# التمائم في ميزان الاسلام


## د. علي بن نفيع العلياني

ترجمه الي اللغة السندية

**ابو عبد الله السندي**



تمت المراجعة تحت اشراف

المركز الاسلامي للبحوث العلمية

كراتشي باكستان

١٤٢٩

فهرست

## تمهيد

### تعويذ جي تعريف

لسان العرب ۾ ڄاڻايل آهي ته تعويذ کي تميم چوندا آهن، ان جو واحد تميمه آهي. ابو منصور جو چوڻ آهي ته تميمه مان مراد اهي رينا ۽ موتي آهن، جن کي تعويذ طور استعمال ڪيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح تميمه مان مراد اهي اڇن ڪارن نقطن وارا داڻا آهن، جن کي لڙيءَ ۾ پروئي ٻچيءَ ۾ ٻڌو ويندو آهي.

ابن جني کان روايت آهي ته "چيو وڃي ٿو ته تميم ان مالها کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ تسمه (ڌاڳو) ۽ منتر هوندو آهي. ثعلب کان روايت آهي ته: "تممت المولود علقت عليه التمائم" يعني "مون ٻارڙي کي تميمه ڪيو، يعني سندس ٻچيءَ ۾ تعويذ ٻڌي ڇڏيو."

تميمه مان مراد اهڙو تعويذ آهي، جيڪو ماڻهوءَ جي جسم تي ٻڌو ويندو آهي. ابن بري جو چوڻ آهي ته ان ئي معنيٰ ۾ سلمه بن خرشب جو شعر آهي:

تعوذ بالرقي من غير خبل

وتعقد في قلائدها التميم

تعويذ بنا ڪنهن جنون ۽ آسيب جي به ٻاهي ٻڌو ويندو آهي ۽ ان جي مالها ۾ تميمه ٻڌو ويندو آهي.

ابو منصور جو چوڻ آهي ته "تمائم جو واحد تميمه آهي ۽ تميمه انهن داڻن (ڪڻن) کي چوندا آهن، جن جي مالها ٻاهي عرب جا رهاڪو پنهنجن ٻارڙن جي ڳلي ۾ لٽڪائيندا هئا."

اهڙيءَ طرح پنهنجي گمان مطابق بدروح ۽ بري نظر کان انهن کي بچائيندا هئا. اسلام ان عمل کي باطل قرار ڏنو، جيئن هذيليءَ پنهنجي هينئين شعر ۾ مراد ورتي آهي.

واذا المنية انشبت اظافرها

الفيت كل تميمه لا تنفع

يعني جڏهن موت جو چنبو کُپي ويو (يعني موت جو وقت اچي ويو) تہ مون هر قسم جي تعويذ کي بي اثر ڏٺو.

اظا مات لم تفلح مزينه بعده

فنوطي عليه يا مزين التمائما([1])

يعني جڏهن هو مري ويو تہ ڪانئس پوءِ مزينہ کي ڪابہ شيءِ پانءِ نہ پئي، مزينہ تون ان تي تعويذ لٽڪائي ڇڏ.

ابن حجر جو بيان آهي تہ ”تمائم، تميمہ جو جمع آهي. ان مان مراد اهي داڻا ۽ مالهائون آهن، جيڪي ٻچيءَ ۾ لٽڪايون ويندون آهن. عربستان جا رهاڪوجاهليت واري دور ۾ اهو عقيدو رکندا هئا تہ اهي تمائم مصيبتن کي ڀڄائين ٿا. ([2])

ابن الاثير جو چوڻ آهي تہ تمائم، تميمہ جو جمع آهي، جيڪو انهن موتين لاءِ استعمال ڪبو آهي، جن کي عرب جا رهاڪو پنهنجن ٻارڙن (جي ڳلي) ۾ لٽڪائيندا هئا. اهي پنهنجي گمان مطابق انهن سان پنهنجن ٻارڙن کي بريءَ نظر کان بچائيندا هئا. اسلام ان کي باطل قرار ڏئي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح حضرت ابن عمر رضہ جي بيان ڪيل حديث ۾آهي تہ: ”مان ابالي ما آتيت ان علقت تميمه“ يعني ”____________________“

بي حديث آهي تہ: ”من تعلق تميمہ فلا اتم الله لہ“ يعني ”جنهن تعويذ ٻڌو، الله ان جي مراد پوري نہ ڪري.“

جڻ عربن جو عقيدو هو تہ تعويذ مڪمل دوا ۽ شفا جو ڪارڻ آهن. تنهنڪري اسلام انهن کي شرڪ قرار ڏنو، جو تہ عربستان جي رهاڪن انهن

[1] لسان العرب ٤٠/١٢.

[2] فتح الباري، ١٢٢/١٠

جي وسيلي قسمت جي لڪئي ڪي متائڻ چاهيو ۽ غير الله کان مشڪل ڪشائي طلب ڪئي، حالانڪ رڳو الله تعاليٰ ئي مشڪل ڪشا آهي.[1]

تعويذ جي انهن وصفن مان چڱيءَ ريت پروڙ پئجيو وڃي ته تعويذ ٻن مقصدن لاءِ استعمال ڪيا ويندا آهن:

پهريون مقصد اهو هوندو آهي ته جنهن بيماري يا بري نظر جو انديشو هجي، ان جي لڳڻ کان اڳ ئي ان جي شر کي روڪي ڇڏجي. اهو مقصد ٻارن، گهوڙن ۽ گهرن ۾ لٽڪائجندڙ تعويذن مان ظاهر ٿئي ٿو.

ٻيو مقصد  اهو هوندو هو ته جيڪا بيماري يا بري نظر لڳي چڪي هجي، ان کي دور ڪجي. اهو مقصد ان قسم جي تعويذن مان ظاهر ٿئي ٿو، جيڪي سور، بدن جي ڳاڙهي ٿيڻ ۽ بخار وغيره جي بيمارن کي پارايا ويندا آهن، جن جي وضاحت اڳتي ايندي، انشأ الله.

باقي بچي تعويذ جي اها وصف ته اهي اڇن ڪارن نقطن وارا ريڻا ۽ موتي آهن ته اها تعريف مثال طور ڏنل آهي. ڇو ته تعويذ رڳو ريڻن ۽ موتين تائين محدود نه آهي، بلڪ عربستان جا رهاڪو ريڻن ۽ موتين کان سواءِ مختلف قسمن جا تعويذ استعمال ڪندا هئا. مثال طور سهي جا گوڏا ٻه  ٻڌندا هئا ته جيئن بري نظر ۽ جادوءَ کي روڪيندا رهن.[2]

ابن الاثير جو بيان آهي ته "عرب اهو اعتقاد رکندا هئا ته تند[3] مان نهيل مالها بري نظر جي اثر کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي ۽ مڪر ۽ فريب کي ٻه دفع ڪندي آهي، تنهن تي انهن کي اهڙي عمل کان منع ڪئي وئي. ان ئي منع جي سلسلي ۾ اها حديث بيان ڪيل آهي، جنهن ۾ گهوڙن جي ڳچين مان

---

[1] النهايہ ١٩٨/١

[2] جاهليت واري دور ۾ ٿيندڙ تعويذن جي مختلف قسمن لاءِ ڏسو "الفصل في تاريخ العرب قبل الاسلام" ص ٧٥٠ کان ٨١٣

[3] تند مان مراد آهي رڍ، ٻڪري يا ڪنهن ٻئي جانور جي آنڊي مان نهيل ڏور (سنڌيڪار)

اهي تندون کٿي لاهي ڇڏڻ جو حڪم ڪيل آهي، جيڪي عربَ، انهن جي ٻچين ۾ ان مقصد سان ٻڌندا هئا.([1])

هن تشريح مان واضح ٿئي ٿو تہ جيڪي بہ شيون انهن ٻن بيان ڪيل مقصدن لاءِ ٻڌيون يا لٽڪايون وڃن، چاهي اهي داڻا هجن، يا ڪانيون، چوڏا، گاهہ ڪاغذ يا ڪو ڌاتو هجي، جيڪڏهن لٽڪائڻ يا ٻڌڻ واري ڪنهن نازل ٿيل يا متوقع شر کان بچاءَ لاءِ اهو ڪيو آهي تہ اهي تعويذ آهن، ڇو تہ اعتبار، حقيقتن جي لحاظ کان ٿيندو آهي، نہ ڪي نالن جي لحاظ کان. جيئن هر اها شيءِ جيڪا مخمور ڪري ڇڏي، اها خمر يعني شراب آهي، ڀلي اها انگور مان تيار ڪيل هجي يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ مان، تعويذن جو حال بہ اهڙو ئي آهي.

[1] النهايہ ١۴٩/٥

## فصل پهريون:
## تعويذن کان منع ۽ ان جا دليل

پهريون قسم: قرآني آيتن مان استدلال:

الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

وَإِن يَمْسَسْكَ اللّهُ بِضُرٍّ فَلاَ كَاشِفَ لَهُ إِلاَّ هُوَ وَإِن يَمْسَسْكَ بِخَيْرٍ فَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدُيرٌ (النعام:١٧)

ترجمو: جيڪڏهن الله توهان کي ڪنهن تڪليف ۾ مبتلا ڪري ته ڪانئس سواءِ ڪوبہ ڪونهي، جيڪو توهان کي ان تڪليف کان بچائي سگهي ۽ جيڪڏهن اهو توهان سان ڪا ڀلائي ڪرڻ چاهي ته هو هر شيءِ تي قادر آهي.

ٻئي هنڌ فرمايل آهي تہ:

وَإِن يَمْسَسْكَ اللّهُ بِضُرٍّ فَلاَ كَاشِفَ لَهُ إِلاَّ هُوَ وَإِن يُرِدْكَ بِخَيْرٍ فَلاَ رَآدَّ لِفَضْلِهِ يُصَيبُ بِهِ مَن يَشَاء مِنْ عِبَادِهِ وَهُوَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ (يونس: ١٠٧)

ترجمو: ۽ جيڪڏهن الله توهان کي ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسائي تہ ان کان سواءِ ڪير بہ ڪونهي، جيڪو اها مصيبت هٽائي سگهي ۽ جيڪڏهن هو توهان جي حق ۾ ڪا ڀلائي ڪرڻ جو ارادو ڪري تہ سندس فضل کي هٽائڻ وارو بہ ڪو ڪونهي. اهو پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي، پنهنجي مهربانيءَ سان نوازيندو رهي ۽ هو درگذر ڪرڻ وارو ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي.

وري ٻئي هنڌ فرمايل آهي تہ:

وَمَا بِكُم مِّن نِّعْمَةٍ فَمِنَ اللّهِ ثُمَّ إِذَا مَسَّكُمُ الضُّرُّ فَإِلَيْهِ تَجْأَرُونَ
ثُمَّ إِذَا كَشَفَ الضُّرَّ عَنكُمْ إِذَا فَرِيقٌ مِّنكُم بِرَبِّهِمْ يُشْرِكُونَ (النحل:٥٣، ٥٤)

توهان کي جيڪا بہ نعمت حاصل آهي، الله جي پاران ئي آهي. وري جڏهن توهان تي ڪا سختي اچي ٿي تہ توهان پاڻ فرياد ڪٽي ان ڏانهن ڊوڙندا آهيو، پر جڏهن الله اهو وقت ٽاري ڇڏيندو آهي تہ توهان مان هڪڙو ٽولو هڪدم

پنهنجي پالڻهار سان گڏ ٻين کي (ان نوازش ڪرڻ ۾) شريڪ ڪري ڇڏيندو آهي.

انهن آيتن ۾ ان ڳالهه جو چٽو دليل موجود آهي ته الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبه مشڪل ڪشا نه آهي ۽ ساري مخلوق الله کان ئي خير ۽ مشڪل ڪشائيءَ جي گهر ڪندي آهي، ڇو ته اسبابن جي ذريعي يا انهن کان سواءِ ئي، رڳو الله ئي ان عمل تي قادر آهي.

اسباب (وسيلن) جا ٻه قسم آهن: شرعي ۽ فطري

شرعي وسيلا اهي آهن، جن کي الله تعاليٰ نص قرآن يا حديث نبويءَ جي وسيلي شرعي حيثيت بخشي آهي. جيئن دعا ۽ جائز طريقي سان ٽوٽڪو ڦيڻو ڪرڻ. اهي شرعي سبب آهن، جن جو اثر الله تعاليٰ جي حڪم مان ظاهر ٿيندو آهي. چاهي ٻانهو خير جو طالب هجي يا مشڪل ڪشائيءَ جو، بس اهي وسيلا اختيار ڪرڻ وارو ئي اصل ۾ الله ڏانهن متوجهه ٿيندو آهي، جنهن جو هن حڪم ڏنو آهي ۽ ٻڌايو آهي ته هي شيون سببَ ۽ وسيلا آهن. اهڙيءَ طرح ۾ ڀروسو الله تي هوندو آهي، انهن سببن تي نه. ڇو ته هن ئي اهي سبب پيدا ڪيا آهن ۽ اهو ئي انهن سببن ۽ وسيلن کي بي اثر ڪرڻ تي به قادر آهي. تنهنڪري اهي سبب ۽ وسيلا اختيار ڪرڻ جي صورت ۾ هر لحاظ کان الله تعاليٰ تي اعتماد ڪيل هوندو آهي.

فطري اسبابَ اهي آهن، جن سان انهن جي تاثير جي اهڙي واضح مناسبت هجي جو ماڻهن ۾ اهڙي تدارڪ کي عقلي بنياد تي تسليم ڪيو ويندو هجي. جيئن پاڻي اڃ اجهائڻ جو ڪارڻ آهي ۽ ڪپڙو سرديءَ کان بچائڻ جو سبب آهي. اهڙيءَ طرح خاص مادن مان ٺهيل دوائون انهن جيوڙن تي اثرانداز ٿينديون آهن، جيڪي بيماريءَ جو ڪارڻ بڻبا آهن ۽ انهن جي لاءِ موتمار ثابت ٿينديون آهن. اهي فطري سبب آهن، جن کي ڪم ۾ آڻڻ جي ترغيب اسلامي شريعت به ڏني آهي. تنهنڪري اهڙن ذريعن جي استعمال جو

مقصد اصل ۾ الله تعاليٰ ڏانهن ئي رجوع ڪرڻ هوندو آهي، جنهن انهن شين ۾ گهربل خاصيتون پيدا ڪيون آهن ۽ هو جڏهن به چاهي، انهن کي زائل ڪرڻ تي قادر آهي، جيئن الله تعاليٰ ان باهه مان ساڙڻ جي خاصيت ختم ڪري ڇڏي، جيڪا سيدنا حضرت ابراهيم عہ جي لاءِ باري وئي هئي.

باقي بچيو انهن تعويذن جو مسئلو جيڪي موتين، ڏاڻن ۽ سپين يا ڪوڏين مان ٺهندا آهن ته انهن ۾ ڪا تاثير هئڻ جو تصور به نه ٿو ڪري سگهجي. توهان پاڻ سوچيو ته آخر رينن ۽ موتين جو بيماري پيدا ڪرڻ يا هٽائڻ سان ڪهڙو تعلق؟ اهي اهڙيون شيون آهن، جن جي ڪا تاثير ڪانهي ۽ نه ئي الله تعاليٰ انهن کي بيمارين لاءِ شرعي سبب بنايو آهي ۽ نه ئي ماڻهو مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ (انهن کي دور ڪرڻ لاءِ) انهن کي فطري اسباب سمجهي ٿو. تنهنڪري انهن تي اعتقاد رکڻ ۽ ڀروسو ڪرڻ جو مطلب مشرڪن وانگر انهن تي اعتقاد رکڻ ۽ ڀروسو ڪرڻ وانگر آهي، جيڪو اهي گذاري ويل بزرگن ۽ بتن تي ڪندا هئا، جيڪي نه ڪو ٻڌي سگهندا هئا نه ڏسي سگهندا هئا ۽ نه ئي نفعو نقصان پهچائي سگهندا هئا ۽ اهي ماڻهو انهن جي باري ۾ اهو گمان رکندا هئا ته اهي خير و برڪت ۽ مشڪل ڪشائيءَ لاءِ الله وٽ وسيلو بڻجن ٿا ۽ اهو به سمجهندا هئا ته انهن گذاري ويل بزرگن ۽ بتن ۾ هڪ خاص برڪت آهي، جنهن کي اهي پنهنجن عقيدتمندن ڏانهن منتقل ڪندا آهن ۽ جيڪا انهن جي مال ۽ دولت تي اثر انداز ٿيندي آهي.

تعويذ جي منع جي سلسلي جي دليلن ۾ الله تعاليٰ جو اهو ارشاد به اچي وڃي ٿو ته:

**وَعَلَى اللّهِ فَتَوَكَّلُواْ إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ(المائد:٢٣)**

ترجمو: ۽ الله تي ئي ڀروسو ڪريو، جيڪڏهن توهان مومن آهيو.

شيخ سليمان بن عبدالله بن محمد بن عبدالوهاب رحہ، علامہ ابن قيم رحہ جي روايت لکي ٿو ته ”توڪل علي الله کي ايمان جو شرط قرار ڏيڻ ان

ڳالهہ جي دلالت ڪري ٿو تہ توڪل نہ هجڻ جي صورت ۾ ايمان بہ هليو وڃي ٿو.“

ٻيءَ آيت ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

**وَقَالَ مُوسَى يَا قَوْمِ إِن كُنتُمْ آمَنتُم بِاللّهِ فَعَلَيْهِ تَوَكَّلُواْ إِن كُنتُم مُّسْلِمِينَ (يونس:۸۴)**

ترجمو: موسيٰ عہ پنهنجي قوم کي چيو تہ جيڪڏهن توهان سچ پچ الله تي ايمان رکو ٿا تہ ان تي ئي ڀروسو ڪريو، جيڪڏهن مسلمان آهيو.

يعني توڪل علي الله کي مسلمان هجڻ جو دليل قرار ڏنو آهي.

وري فرمايو تہ:

**وَعَلَى اللّهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُتَوَكِّلُونَ (ابراهيم:۱۲)**

۽ ڀروسو ڪرڻ وارن کي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

هن آيت ۾ مومنن جي ٻين صفتن بدران رڳو ايمان جي صفت جو ذڪر ڪرڻ ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ الله تعاليٰ تي ايمان آڻڻ، الله تي ڀاڙڻ يعني توڪل ڪرڻ جي گهر ڪري ٿو. ٻيو تہ توڪل جي مضبوطي ۽ ڪمزوري، ايمان جي مضبوطي ۽ ڪمزوريءَ تي آڌاريل آهي. يعني جيترو ٻانهي جو ايمان پڪو هوندو، ايترو ئي الله تي ڀروسو بہ پڪو هوندو ۽ جيڪڏهن ايمان ڪمزور هوندو تہ الله تي ڀروسو بہ گهٽ هوندو.

نتيجو اهو ٿو نڪري تہ جيڪڏهن ٻانهي کي الله تي اعتبار مڙئي پورو پنو آهي تہ ان جو مطلب تہ سندس ايمان ڪمزور آهي. الله تعاليٰ توڪل ۽ عبادت کي، توڪل ۽ ايمان کي، توڪل ۽ تقويٰ (پرهيزگاري) کي، توڪل ۽ اسلام کي، ويندي توڪل ۽ هدايت کي گڏ ڪري ڄڻايو آهي، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ توڪل، ايمان ۽ احسان جي سمورن درجن ۽ مرتبن جو بنياد آهي، بلڪ اهو چوڻ مناسب ٿيندو تہ اسلام جي سمورن عملن جو بنياد آهي. ٻيو تہ توڪل جي حيثيت اسلام سان لاڳاپيل سمورن عملن ۾ اهڙي ئي آهي، جيئن بدن تي سر جي اهميت. تنهنڪري جهڙيءَ طرح سر، جسم کان سواءِ نہ ٿو

رهي سگهي، اهڙيءَ طرح ايمان ۽ ايمان جا اصول، توڪل کان سواءِ باقي نہ ٿا رهي سگهن.“

هيءُ بيان ڏيڻ کان پوءِ شيخ سليمان بن عبدالله بن محمد فرمائي ٿو تہ ”آيت ۾ توڪل علي الله جي عبادت هئڻ جو دليل موجود آهي ۽ ان جي فرض هئڻ جو دليل بہ موجود آهي ۽ جڏهن اهڙي ڳالهہ آهي تہ توڪل کي غير الله ڏانهن موڙڻ جي معنيٰ شرڪ ٿئي ٿي..... شيخ الاسلام (ابن تيميہ رحہ) فرمايو آهي تہ ”ڪير بہ ڪنهن بہ مخلوق وٽ پنهنجي مراد ڪٽي وڃي يا ان تي ڀروسو ڪري تہ ان جي مراد اجائي ويندي، ڇو تہ اهو شرڪ آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

**حُنَفَاء لِلَّهِ غَيْرَ مُشْرِكِينَ بِهِ وَمَن يُشْرِكْ بِاللَّهِ فَكَأَنَّمَا خَرَّ مِنَ السَّمَاء فَتَخْطَفُهُ الطَّيْرُ أَوْ تَهْوِي بِهِ الرِّيحُ فِي مَكَانٍ سَحِيقٍ (الحج:٣١)**

ترجمو: ۽ جيڪو بہ الله سان (ڪنهن کي) شريڪ ڪري تہ ڄڻ اهو آسمان تان ڪريو، پوءِ يا تہ ان کي پکي جهٽي وٺندا يا هوا ان کي اهڙيءَ جاءِ تي وڃي ڦٽو ڪندي، جتي ان جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندا.

ان بعد شيخ سليمان فرمائي ٿو تہ ”غير الله تي توڪل جا بہ قسم آهن:

١. اهڙن ڪمن ۾ غير الله تي توڪل ڪرڻ، جنهن جي طاقت الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن کي نہ هجي. جيئن اهڙا ماڻهو، جيڪي مدد، امان، شفاعت ۽ روزيءَ وغيره جهڙن مقصدن لاءِ فوت ٿيل بزرگن ۽ طاغوت تي ڀروسو ڪندا آهن تہ اهو شرڪ اڪبر آهي. ڇو تہ ان قسم جي سمورن ڪمن تي رڳو الله تعاليٰ کي ئي قدرت ۽ طاقت حاصل آهي، ڪنهن ٻئي کي نہ.

٢. ظاهري سببن کي ڏسندي ڪنهن تي ڀروسو ڪرڻ، جيئن اهو شخص جيڪو حاڪم يا بادشاهہ وغيره تي اهڙن معاملن ۾ ڀروسو ڪري ٿو، جن تي الله تعاليٰ کيس اختيار ڏنو آهي. مثال طور ڪنهن جي دادرسي ڪرڻ ۽ ظاهري خطرن کي روڪڻ وغيره تہ اهو شرڪ خفي يعني لڪل شرڪ آهي.

ان معاملي کي ائين سمجهو تہ ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن کي پنهنجو وڪيل مقرر ڪيو تہ ان لاءِ مناسب اهو آهي تہ ان تي فقط ايتري حد تائين ڀروسو ڪري جيترو ان مان اميد هجي. پوريءَ ريت ان تي ڀروسو ڪرڻ صحيح ناهي، بلڪ مڪمل ڀروسو الله تعاليٰ تي ڪري. ڇو تہ جنهن ڪم جي وڪالت جو ڪم ڪيس سونپيو ويو آهي، ان کي آسان ڪرڻ وارو الله تعاليٰ ئي آهي، جيئن شيخ الاسلام (ابن تيميہ رحہ) ثابت ڪيو آهي.([1])

آئون (ڊاڪٽر علي بن نفيع العلياني) چوان ٿو تہ تمائم يعني ريٽن ۽ موتين وغيره جهڙن تعويذن تي مڪمل اعتماد ڪرڻ شرڪ جي ٻهرئين قسم سان تعلق رکي ٿو. يعني مري ويلن ۽ انهن جهڙي ٻيءَ ڪنهن مخلوق تي اعتماد ۽ ڀروسو رکڻ وانگر آهي، جيڪي نہ ڪو ڪنهن شيءِ تي قدرت رکن ٿا ۽ نہ ئي اهي ظاهري ۽ فطري سبب ۽ وسيلا آهن. ان سلسلي ۾ وڌيڪ وضاحت آخر ۾ ڪئي وئي آهي.

ٻيو قسم: نبوي حديثن مان استدلال:

تعويذ حرام هئڻ بابت حديثن ۾ اڻ ڳڻيا دليل موجود آهن، جن مان ڪي هتي ڏجن ٿا:

١. حضرت عمران بن حصين رضہ کان روايت آهي: "ان النبي صلي الله عليه وسلم راي رجلا في يده حلقه من صفر، فقال: ما هٰذه؟ قال: من الواهنه ([2]) قال: انزعها فانها لا تزيدک الا وهنا، فانک لو مت وهي عليکما افلحت ابدا"([3])

يعني "نبي ڪريم صہ هڪ ماڻهوءَ جي هٿ ۾ ٽامي جو نهيل ڇلو ڏٺو تہ فرمايو، "هيءُ ڇا آهي؟" هن همراهہ وراڻيو "ڪمزوريءَ جي ڪري پاتو

---

[1] تيسر العزيز الحميد ص ٩٧
[2] واهنہ: ڪلهن ۽ هٿن سميت يا رڳو هٿن ۾ لڳل هڪ قسم جي بيماريءَ جو نالو. ڏسو النهايہ ٥/٢٣٤
[3] منسد احمد ٤/٤٤٥، حاڪم ان کي ٤/٢١٦ تي صحيح ڪوٺيو آهي. ذهبيءَ ان سان سهمت ڪئي آهي. ابن ماجہ ٣٥٣١، ذَوسريءَ "النهج" جي صفحي ٥٥ تي، مبارک بن فضالہ جي تدليس جي ڪارڻ ان کي ضعيف ڪوٺيو آهي.

اٿم.“ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته : ”اهو لاهي ڇڏ، جو ته اهو تنهنجي بيماريءَ کي وڌائيندو ۽ جيڪڏهن تون ان حال ۾ مري وئين جو اهو تنهنجي جسم تي موجود هوندو ته تون ڪڏهن به ڪامياب نه ٿي سگهندين.“

٢. سيدنا حضرت عقبه بن عامر ؓ کان روايت آهي ته مون رسول ﷺ کي اهو چوندي ٻڌو ته: ”من تعلق تميمه فلا اتم الله له، ومن تعلق ودعه فلا ودع الله له“

يعني ”جيڪو تعويذ ٻڌندو، الله ان جي مراد پوري نه ڪري، ۽ جيڪو ڪوڏيون لٽڪائي، الله تعاليٰ ان کي راحت ۽ سڪون نصيب نه ڪري.“

٣. حضرت عقبه بن عامر جهني کان روايت آهي ته ”پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ڏهن ڄڻن تي مشتمل هڪ ٽولو آيو، جن مان نون ڄڻن کان پاڻ سڳورن ﷺ بيعت ورتيءَ ڏهين کان هٿ ڇڪي ڇڏيائون. ماڻهن پڇيو ته ”يا رسول الله ﷺ توهان نون ڄڻن کان بيعت ورتي، باقي هڪ ڄڻي کي ڇو ڇڏي ڏنوَ؟“ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ”ان عليه تميمه“ يعني ”هن جي جسم تي تعويذ ٻڌل آهي.“ هن همراه پنهنجو هٿ اندر وجهي تعويذ ٽوڙي ڇڏيو، پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کانئس بيعت ورتي ۽ فرمايو: ”من علق تميمه فقد اشرک“ يعني ”جنهن تعويذ لٽڪايو، ان شرڪ ڪيو.“

۴. حضرت حذيفه ؓ هڪ بيمار وٽ ويا، ان جي ٻانهن ۾ هڪ پٽو ٻڌل ڏٺائون ته ان کي ڪٽي يا لاهي اڇلائي ڇڏيائون ۽ قرآن جي اها آيت پڙهيائون: ”وما يومن اکثرهم بالله الا وهم مشرکون“ يعني ”انهن مان گهڻا ماڻهو الله کي ته مڃين ٿا، پر اهڙيءَ طرح جو ان سان ٻين کي به شريڪ قرار ڏين ٿا.“(تفسير ابن ڪثير ۴/٣۴٢)

اهو قول دلالت ڪري ٿو ته حضرت حذيفه رضه تعويذ پائڻ کي شرڪ سمجهندو هو ۽ ظاهر آهي ته اها ڳالهه هن پنهنجي ٻاران نه گهڙي هوندي.

٥. حضرت عباد بن تميم کان روايت آهي تہ ابو بشير انصاري رضہ کين ٻڌايو تہ پاڻ، رسول الله ﷺ سان ڪنهن سفر ۾ ساڻ هئا. (عبدالله جو چوڻ آهي تہ: منهنجي خيال ۾ پاڻ اهو بہ ٻڌايائين تہ ٻيا ماڻهو ستا پيا هئا)([1]) تہ پاڻ سڳورن ﷺ قاصد موڪلي حڪم ڪيو تہ "لا تبقين في تقبه معير قلاده من وتر او قلاده الا قطعت" يعني "ڪنهن بہ اٺ جي ڳچيءَ ۾ تند جي مالها يا ٻئي ڪنهن بہ قسم جي مالها هرگز نہ بچي، بلڪ انهن کي ڪٽيو وڃي."

ابن حجر جو چوڻ آهي تہ "ابن الجوزي جو چوڻ آهي تہ تند جي باري ۾ ٽي قول آهن. انهن مان هڪ اهو آهي تہ عرب پنهنجي عقيدي مطابق بري نظر کان بچڻ لاءِ اٺ جي ڳلي ۾ مضبوط تند جي مالها ٻڌندا هئا، جنهن کي ڪٽڻ جو کين حڪم ڪيو ويو، چو تہ تند الله تعاليٰ جي ڪنهن بہ حڪم کي ٽاري نہ ٿي سگهي. اهو قول امام مالڪ رحہ جو آهي." آئون (ابن حجر) جو چوڻ آهي تہ سندس اهو قول، حديث سان گڏ "موطا" ۾ موجود آهي.([2]) مسلم ۽ ابو دائود وغيره ۾ آهي تہ امام مالڪ رحہ چيو تہ "اري ذلڪ من اجل العين" يعني "منهنجو خيال آهي تہ تند مان ٺهيل مالها بري نظر ٻڌل لاءِ هئي."([3])

٦. حضرت ابو وهب کان روايت آهي تہ جهاد جي تياريءَ لاءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو "ارتبطوا الخيل، وامسحوا بنواصيها واڪفالها، وقلدوها، ولا تقلد وها اوتار."يعني "گهوڙن کي ٻڌي ڇڏيندا ڪريو، انهن جي پيشانين ۽ پٺيءَ تي هٿ ڦيريندا ڪريو ۽ انهن کي پٽو ٻڌندا ڪريو، پر تند جو پٽو نہ متان ٻڌو....."

---

[1] عبدالله مان مراد عبدالله بن ابي بڪر آهي، جن اها حديث عباد بن تميم کان روايت ڪئي آهي.

[2] صحيح بخاري مع فتح الباري ١٤١/٦

[3] تند ڪٽڻ جي حڪم جي علت ڏانهن اشارو آهي. يحيٰ جو چوڻ اهي تہ مون امام مالڪ کي چوندي ٻڌو تہ منهنجي خيال ۾ اهو بد نظر جي ڪري آهي. (ڏسو موطا امام مالڪ صفحو ٦٧٠)

٧. حضرت عبدالله بن مسعود جي گهرواريءَ حضرت زينب رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي، فرمايائين تہ جڏهن عبدالله گهر ايندو هو تہ دروازي وٽ پهچي کنگهڪار ڪندو هو تہ جيئن اوچتو اسان وٽ ڪا اهڙي شيءِ نہ ڏسي وٺي، جيڪا ڪين نہ وڻندڙ هجي. هڪ ڏينهن پاڻ آيو ۽ حسب عادت کنگهڪار ڪيائين. ان مهل مون وٽ هڪ پوڙهي مائي ويٺل هئي، جيڪا مونکي حمره (1) جي ڪارڻ ٽوٽو ڦيڻو ڪري رهي هئي. مون ان مائيءَ کي کٽ جي هيٺان لڪائي ڇڏيو. عبدالله مون وٽ آيو ۽ منهنجي پاسي ۾ ويهي رهيو. هن منهنجي ڳلي ۾ هڪ ڌاڳو ڏٺو، پڇيائين تہ اهو ڇا جو ڌاڳو آهي؟ مون چيو تہ هن ڌاڳي تي مون لاءِ ڦيڻو پڙهيل آهي. اهو ٻڌي عبدالله ان کي جهلي ٽوڙي ڇڏيو ۽ چيو تہ بيشڪ عبدالله جو خاندان شرڪ کان بي نياز آهي. مون رسول الله صہ کي اهو فرمائيندي ٻڌو "ان الرقي والتمائم والتولہ شرڪ" يعني "ٽوٽا ڦيڻا، تعويذ ۽ محبت جا منتر اهي سيڪجهہ شرڪ آهن."

٨. عيسيٰ بن عبدالرحمان کان روايت آهي تہ عبدالله بن عڪيم بيمار هو، اسان وٽس عيادت لاءِ وياسين. ڪين چيو ويو تہ جيڪڏهن توهان ڪا شيءِ پائي ڇڏيو (تہ طبيعت ۾ فرق اچي ويندو). تنهن تي پاڻ وراڻيائين "آئون ڪا شيءِ پايان؟" جڏهن تہ رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ: "من تعلق شيئا و ڪل اليہ" (2) يعني "جنهن جيڪا شيءِ لٽڪائي، اهو ان جي حوالي ڪيو ويندو."

٩. حضرت رويفع بن ثابت کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو "لعل الحياه ستطول بڪ بعدي فاخبر الناس انه من عقد لحيته، او تقلد وترا، او استنجي برجيع دابه او عظم فان محمدا بريءُ منه" (3) يعني "اي رويفع! جيڪڏهن مون کان پوءِ

(1) حمره، يعني ڳاڙهو رنگ اهو هڪ قسم جي وبائي بيماريءَ جو نالو آهي، جنهن ۾ بخار ٿيندو آهي ۽ بدن تي ڳاڙها داڻا ٿي پوندا آهن. ڏسو مصباح اللغات صفحو ١٧٥)

(2) مسند احمد ٢١٠/٤، حاڪم ٢١٦/٤، ترمذي ۽ البانيءَ صحيح ترمذي ۾ ٢٠٨/٢ تي ان کي حسن لکيو آهي.

(3) مسند احمد ٤-١٣٥ ۽ البانيءَ صحيح ابو دائود ۾ ١٠/١ تي ان کي صحيح ڪوٺيو آهي.

تنهنجي زندگي ڏکي ٿئي ته تون ماڻهن کي ٻڌائجانءِ ته جنهن پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ ڳنڍ ٻڌي، يا تند جو ڳٽو پاتو يا جانورن جي ڇيڻ يا هڏيءَ سان استنجا ڪئي ته محمد ﷺ ان کان بري آهي.

اهي سڀ حديثون مجموعي طور تي پوريءَ طرح تعويذ ٻڌڻ جي ممانعت ۽ ان جي شرڪ هجڻ جي دلالت ڪن ٿيون. اهي حديثون رسول الله ﷺ کان ثابت آهن ۽ انهن اصحابي سڳورن جون ٻڌايل آهن، جيڪي رسول الله ﷺ جي سنتن کي ۽ توحيد جي ابتڙ ۽ ان کي داغدار ڪرڻ وارين ڳالهين کي سموري مخلوق کان وڌيڪ ڄاڻندا هئا.

باقي بچيو اهو قول جيڪو بيبي عائشه رضي الله تعالیٰ عنها کان روايت ڪيل آهي، جن فرمايو ته ”التمائم ما علق قبل نزول البلاءِ، واما ما علق بعد نزول البلاءِ فليس بتميمه“ ([1]) يعني ”تعويذ اهو آهي، جيڪو مصيبت اچڻ کان اڳ لٽڪايو وڃي ۽ جيڪو تعويذ مصيبت اچڻ کان پوءِ لٽڪايو وڃي، اهو تعويذ نه آهي.“

ان قول جو ظاهر مفهوم اهو آهي ته حضرت عائشه رضي الله تعالیٰ عنها ان مان اهڙو تعويذ سمجهيو آهي، جيڪو قرآن منجهان هجي. ڇو ته اسلاف منجهان ڪي قرآن مان نهيل تعويذ پائڻ کي جائز سمجهندا آهن. جيئن اڳتي هن بحث ۾ ايندو. ٻيو ته حضرت عائشه رضه بيماريءَ کان پوءِ قرآن جو تعويذ لٽڪائڻ کي ناجائز ڪوني ٿي، اڳوات نه.

ٻيو ته عالمن جي هڪ گروهه جو خيال آهي ته بيماري لڳڻ کان اڳ ٽوٽڪي ڦيٽڪي يا داغڻ جهڙي علاج جو استعمال الله تعاليٰ تي مڪمل توڪل جي ابتڙ آهي، انهن عالمن هن حديث مان اها ئي معنيٰ ورتي آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي ته_______________ ”ستر هزار ماڻهو بنا حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ڪيا ويندا، جيڪي نه ڪو بدشگوني وٺندا، نه

---

[1] ڏسو بيهقي ٩-٣٥٠ ۽ مستدرڪ حاڪم ٢١٧/۴

ٿي داغڻ سان علاج ڪندا ۽ نہ ئي ٽوٽڪو ڦيٽو ڪرائيندا، بلڪ پنهنجي رب تي پورو پورو ڀروسو رکندا.“[1]

حافظ ابن حجر چوي ٿو تہ ”داؤدي ۽ ڪن ٻين جو چوڻ آهي تہ هن حديث مان مراد اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي صحت ۽ تندرستيءَ جي حالت ۾ بيماري لڳڻ جي خوف کان ائين نہ ڪندا آهن، البتہ جيڪي ماڻهو بيماري لڳڻ بعد دوا ۽ علاج ڪن، اهي ماڻهو هن حديث ۾ مراد ورتل نہ آهن ۽ اهو ئي علامہ ابن عبدالبر جي نظر ۾ صحيح قول آهي.“

ٻيو تہ حضرت عائشہ رضي الله تعالىٰ عنها تمائم (تعويذن) مان عام مراد نہ ورتي آهي، چوتہ ريٺن، موتين، ڪوڏين ۽ گهونگهن وغيره جا تعويذ ٺاهي لٽڪائڻ بيماريءَ کان اڳي يا پوءِ، سڀ هڪ ئي حڪم ۾ داخل آهن، يعني اهي شرڪ آهن، جيڪا ڳالهہ حضرت عائشہ رضي الله تعالىٰ عنها کان ڳجهي نہ آهي.

---

[1] اهڙن ڀلارن روحن تي سنڌيءَ جي سرموڙ شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جو هيءُ شعر ڪيڏو نہ ٺهڪي ٿو اچي تہ:
ڪٽين يا هارائين، هنڌ تنهنجو هيءُ،
پاٽان چوندءِ پيءُ، پري جام جنت جو.
(سنڌيڪار)

## فصل ٻيو

## تعويذ ٻڌڻ شرڪ اڪبر آهي يا شرڪ اصغر؟

ان کان پهرين جو تعويذ ٻڌڻ جي شرڪ اڪبر يا شرڪ اصغر هئڻ جو بيان ڪجي، آئون مناسب ٿو سمجهان تہ ٿورن لفظن ۾ شرڪ جي حقيقت جامع وصف بيان ڪري وڃي. ان سلسلي ۾ الله تعاليٰ جي توفيق سان عرض ڪجي ٿو تہ:

الله سان شرڪ ڪرڻ جو مطلب اهو آهي تہ ٻانهو ڪنهن کي الله تعاليٰ وانگر سمجهڻ لڳي، جنهن کي پڪاري يا ان مان اميد رکي، يا ان کان مدد گهري، يا ان کان اهڙن معاملن ۾ مدد گهري جن تي رڳو الله تعاليٰ جو اختيار آهي، يا انهن کان فيصلو گهري ۽ الله تعاليٰ جي نافرماني ڪندي ان جي اطاعت ڪري يا ان کان قانون سازيءَ ۾ مدد گهري، يا ان جي نالي تي جانور ذبح ڪري، يا ان لاءِ ٻاس ٻاسي، يا الله تعاليٰ وانگر ان سان محبت ڪري، ڇو تہ هر قول يا عمل يا عقيدو جنهن جو الله تعاليٰ حڪم ڏنو آهي، چاهي اهو امر واجب هجي يا مستحب، ان حڪم کي غير الله ڏانهن ڦيرڻ شرڪ آهي. امام ابن قيمرجي بيان جو خلاصو آهي تہ الله عزو جل، رسول موڪليا، ڪتاب نازل ڪيا ۽ آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو تہ جيئن ڪيس سڃاتو وڃي، سندس عبادت ڪئي وڃي، سندس توحيد جو اقرار ڪيو وڃي ۽ دين سندس ئي هجي، اطاعت بہ ان جي ئي هجي، دعا ۽ پڪار بہ سندس لاءِ هجي.

شرڪ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. هڪڙو شرڪ اهو آهي جيڪو معبود جي ذات، ان جي نالن، ان جي صفتن ۽ ان جي ڪمن سان تعلق رکندو آهي.

ٻيو شرڪ اهو آهي جيڪو معبود جي عبادتن ۽ معاملن ۾ ڪيو ويندو آهي.

ان ڳالھ سان ڪوبہ واسطو ڪونھي تہ پوئين قسم جو شرڪ ڪرڻ وارو اهو عقيدو رکندو هجي تہ الله تعاليٰ جي ذات، انهن جي نالن ۽ صفتن ۾ ان جي ڪمن ۾ ڪير بہ ساڻس شريڪ نہ آهي.

پهرئين قسم جي شرڪ جا بہ ٻہ قسم آهن. هڪ شرڪ تعطيل، يعني الله تعاليٰ جي سمورن نالن ۽ صفتن کان انڪار ڪرڻ. اهو سڀ کان بدترين شرڪ آهي، جيئن فرعون جو شرڪ هو. ان جا بہ ٽي قسم آهن.

١. شين کي ان جي خالق يا موجد کان ڌار ڪري ڇڏڻ.
٢. ڪائنات جي خالق باري تعاليٰ کي ان جي نالن، صفتن ۽ ڪمن کان بي تعلق ڪري ان جي ڪمال کان انڪار ڪرڻ.
٣. الله تعاليٰ جو معاملو يعني حقيقت توحيد، جيڪو ٻانهن تي واجب آهي، ٻانهن کي انهن کان بي تعلق ڪري ڇڏڻ.

شرڪ جو ٻيو قسم، اهڙن ماڻهن جو شرڪ آهي، جن الله تعاليٰ سان گڏ ڪو ٻيو معبود بہ ٺاهي ڇڏيو هجي. جيئن تہ شرڪ جي معنيٰ آهي ڪنهن مخلوق کي خالق جهڙو مجڻ ۽ مخلوق کي خالق سان ڀيٽڻ، مشرڪ مخلوق کي خالق جي خصوصيت ۾ خالق جهڙو بنائي ڇڏيندا آهن. جيئن تہ الله تعاليٰ جي اها خاصيت آهي تہ هو نفعو نقصان ۽ ڏيڻ يا نہ ڏيڻ جو اڪيلو مالڪ آهي، جنهن جي ڪري لازم آهي تہ دعا ۽ خوف، اميد ۽ ڀروسو رکو ان تي ئي ڪيو وڃي. تنهنڪري جنهن بہ انهن شين کي مخلوق سان وابستہ ڪيو، ان جڻ تہ مخلوق کي خالق جهڙو سمجهي ورتو ۽ عاجز ۽ فقير بالذات مخلوق کي قادر مطلق ۽ غني بالذات خالق جي برابر ليکڻ سڀ کان بري تشبيھ آهي.(1)

---

1 لطيف سائين الله جي وحدانيت جي حق کي تسليم ڪندي شرڪ يعني ٻيائي ڪرڻ وارن لاءِ هن طرح فرمايو آهي تہ:

وحده لا شريڪ لہ، اِئِيَ هيڪڙائيءَ حق،
ٻيائيءَ کي ٻڪ، جن وڌو سي ورسيا،

باقي بچيو اهو ٻانهو، جنهن پاڻ کي الله تعاليٰ جي برابر سمجهيو ۽ ان سان همسري ڪئي. جيڪڏهن ان پنهنجي وڏائي ۽ تڪبر جي اظهار لاءِ ائين ڪيو ۽ ماڻهن کي ان ڳالهه ڏانهن راغب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سندس وه واه ڪئي وڃي، سندس عظمت جا گڻ ڳايا وڃن، سندس اڳيان نِميو وڃي ۽ ڪانئس اميدون وابسته ڪيون وڃن ۽ اها به دعوت ڏني هجيس ته خوف، اميد، پناهه يا ٻئي ڪنهن به موقعي تي جڏهن ڪين مدد جي ضرورت هجي ته کيس پڪاريو وڃي ته ان سمجهو ته الله تعاليٰ سان همسريءَ جي دعويٰ ڪئي ۽ ان جي ربوبيت ۽ الوهيت ۾ سندس جهڙو ٻڌجي ويو.

شرڪ جو ابتدائي مرحلو الله تعاليٰ کان بدگماني آهي. جيئن الله تعاليٰ ۽ ان جي مخلوق جي وچ ۾ واسطا قائم ڪرڻ، الله تعاليٰ جي ربوبيت ۽ الوهيت جي حق ۽ وحدانيت جي حق ۾ گهٽتائي ڪرڻ جي برابر آهي ۽ ان جي شان بي نيازيءَ ۾ بدگمانيءَ جي  علامت آهي. تنهنڪري اهو ممڪن نه آهي ته الله پنهنجي ٻانهن لاءِ اهڙو ڪم جائز ڪري، جيڪو سندس شان بي نيازيءَ جي توهين جو ڪارڻ هجي ۽ عقلي ۽ فطري طور تي به ان جو جواز ناممڪن هجي ۽ فطرت سليمه جو ناگوار سمجهڻ ان شيءِ جو سڀ کان وڏو عيب آهي.([1])

شيخ مبارڪ بن محمد الميلي فرمائي ٿو ته سوره سبا جي آيت ۾ شرڪ جي سمورن قسمن جو بيان موجود آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:

قُلِ ادْعُوا الَّذِينَ زَعَمْتُم مِّن دُونِ اللَّهِ لَا يَمْلِكُونَ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ فِي السَّمَاوَاتِ وَلَا فِي الْأَرْضِ وَمَا لَهُمْ فِيهِمَا مِن شِرْكٍ وَمَا لَهُ مِنْهُم مِّن ظَهِيرٍ

وَلَا تَنفَعُ الشَّفَاعَةُ عِندَهُ إِلَّا لِمَنْ أَذِنَ لَهُ (سبا: ٢٢، ٢٣)

---

يعني وحدانيت جو الله استحقاق رڳو الله تعاليٰ کي ئي حاصل آهي، جن به ٻيائي يعني شرڪ ڪيو، اهي نقصان ۾ ئي ويا آهن. (سنڌيڪار)

[1] الجواب الڪافي ١١٣ کان ١٢١

ترجمو: اي نبي! انهن مشرڪن کي چئه ته پڪاريو پنهنجن انهن معبودن کي، جن کي توهان الله جي بدران پنهنجو معبود سمجهي ويٺا آهيو. اهي نه ڪو آسمانن ۾ ذري جيتري ڪنهن شيءِ جا مالڪ آهن، نه ئي زمين ۾. اهي آسمان ۽ زمين جي ملڪيت ۾ شريڪ به نه آهن، انهن مان ڪو الله جو مددگار به ڪونهي ۽ الله جي اڳيان ڪا شفاعت به ڪنهن جي لاءِ نفعي واري نه ٿي ٿي سگهي، سواءِ ان شخص جي، جنهن لاءِ الله تعاليٰ شفاعت جي اجازت ڏني هجي.

هن آيت شرڪ کي چئن قسمن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي ۽ انهن چئني جي منع به ڪئي آهي. اسان هتي انهن مان هر هڪ کي الڳ الڳ نالي سان بيان ڪريون ٿا:

١. (شرڪ اختيار: الله تعاليٰ کان سواءِ غير الله کي به ڪنهن شيءِ جو اڪيلو مالڪ سمجهڻ)

الله تعاليٰ هن ڳالهه جي نفي ڪئي آهي ته غير الله به ڪنهن شيءِ جو مستقل مالڪ هجي، پلي اها عالم علوي(آسمان) يا عالم سفلي (زمين) جي ڪا ذري جيتري معمولي شيءِ ڇو نه هجي.

٢. شرڪ شياع: حصيداريءَ جو شرڪ (يعني الله تعاليٰ ۽ غير الله ۾ ڀائيواريءَ جو تصور رکڻ)

الله تعاليٰ، پاڻ سان ڪنهن غير الله جي ڪنهن به طرح جي حصيداري، ڀائيواري يا شراڪت جي نفي ڪري ڇڏي آهي. ڪون و مڪان ۾ حصيداري هجي يا جاه و مرتبه ۾ (جيئن فرمايو آهي ته: اهي آسمانن ۽ زمين جي ملڪيت ۾ شريڪ به ناهن)

٣. شرڪ اعانت: مدد ڪرڻ ۾ الله تعاليٰ جو شريڪ بنائڻ، يعني ملڪيت ۾ الله تعاليٰ جو شريڪ ۽ ڀائيوار نه سهي، پوءِ به الله تعاليٰ جو ڪو معين ۽ مددگار آهي، جيئن ڪو انسان ڪنهن کي سامان ڪڻائڻ ۾ مدد ڪندو آهي. هن

شرڪ ڪان بہ الله تعاليٰ هن آيت ۾ نفي ڪئي آهي. (جيئن فرمايو آهي تہ: انهن مان ڪوبہ الله تعاليٰ جو مددگار نہ آهي)

۴. شرڪ شفاعت: سفارش ۾ الله جو شريڪ سمجھڻ (يعني ڪا بہ مخلوق، الله تعاليٰ وٽ پنهنجي رتبي ڪارڻ ڪنهن جي سفارش ڪري ان کي ڇوٽڪارو ڏياري ڇڏي) تہ الله تعاليٰ ان ڳالھہ جي بہ نفي ڪئي آهي تہ ڪا بہ مخلوق الله تعاليٰ جي آڏو پنهنجي مقام ۽ مرتبي جي حوالي سان پنهنجي سفارش جي ذريعي ڪنهن گنهگار کي نجات ڏياري سگهي. (جيئن فرمايو ويو آهي تہ: ۽ الله جي اڳيان ڪا شفاعت بہ ڪنهن جي لاءِ نفعي واري نہ ٿي ٿي سگهي)

يعني الله نندي ۾ ننڍو شرڪ بہ قبولڻ لاءِ تيار نہ آهي، جيڪو آهي سلامتي ۽ ڇوٽڪاري لاءِ الله تعاليٰ جي مقام ۽ مرتبي ۾ ٻين کي شريڪ ڪرڻ. ها پر جي شفاعت ڪرڻ واري کي الله تعاليٰ پاران اها اجازت هجي ۽ ان ماڻهوءَ جو تعين بہ ڪيو ويو هجي، جنهن جي سفارش ڪرڻي آهي تہ اهڙي سفارش ۾ شرڪت (شرڪ) جو شبهو ڪونهي. ڇو تہ سفارش بہ نفعي جي ٻين صورتن وانگر الله تعاليٰ جي خاص ملڪيت آهي.

حاصل مطلب اهو نڪتو تہ سوره سبا جي مٿي بيان ڪيل آيت مان شرڪ جو ڪوبہ قسم خارج ڪونهي. جيئن تہ شريڪ يا تہ ملڪيت ۾ شريڪ ٿيندو آهي يا تصرف ۾. پهرين صورت ۾ يا تہ اهو پنهنجي حصي جو اڪيلو مالڪ ٻڌجندو، يا ان حصي ۾ ٻنهي ڀائيوارن جو هڪ جيترو حصو هوندو يا ٻيءَ صورت ۾ شريڪ يا تہ پاڻ مالڪ جي مدد ڪندو يا مالڪ وٽ ڪنهن ٻئي جي مدد ڪندو ۽ چارئي قسم ترتيب وار هن آيت ۾ موجود آهن. آيت ۾ انهن چئن قسمن جي ظاهر هئڻ جي باوجود بہ منهنجو خيال آهي تہ ڪنهن اهڙيءَ طرح انهن جي وضاحت نہ ڪئي آهي، جيئن مون ڪئي آهي."[1]

---

[1] الشرڪ و مظاهره للميلي ص ٦٦

مان (يعني ڊاڪٽر علي بن نفيع العلياني) چوان ٿو ته نه بلڪ حافظ ابن قيم به ان ئي انداز ۾ هن آيت جي وضاحت ڪئي آهي. جيئن فرمائي ٿو ته: ”الله تعاليٰ انهن سمورن سببن کي ختم ڪري ڇڏيو، جن تي مشرڪن جو مدار هو. اهڙيءَ طرح غور و فڪر ڪرڻ واري کي خبر پئجي ويندي ته جنهن الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي پنهنجو ڪارساز يا سفارشي بنايو، ان جو مثال اهڙيءَ مڪڙيءَ وانگر آهي، جنهن ڪو گهر بنايو هجي ۽ ياد رهي ته سڀ کان ڪمزور گهر مڪڙيءَ جو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته:

قُلِ ادْعُوا الَّذِينَ زَعَمْتُم مِّن دُونِ اللَّهِ لَا يَمْلِكُونَ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ فِي السَّمَاوَاتِ وَلَا فِي الْأَرْضِ وَمَا لَهُمْ فِيهِمَا مِن شِرْكٍ وَمَا لَهُ مِنْهُم مِّن ظَهِيرٍ
وَلَا تَنفَعُ الشَّفَاعَةُ عِندَهُ إِلَّا لِمَنْ أَذِنَ لَهُ (سبا: ٢٢، ٢٣)

ترجمو: اي نبي! انهن مشرڪن کي چئه ته پڪاريو پنهنجن انهن معبودن کي، جن کي توهان الله جي بدران پنهنجو معبود سمجهي ويٺا آهيو. اهي نه ڪو آسمانن ۾ ذري جيتري ڪنهن شيءِ جا مالڪ آهن، نه ئي زمين ۾. اهي آسمان ۽ زمين جي ملڪيت ۾ شريڪ به نه آهن، انهن مان ڪو الله جو مددگار به ڪونهي ۽ الله جي اڳيان ڪا شفاعت به ڪنهن جي لاءِ نفعي واري نه ٿي ٿي سگهي، سواءِ ان شخص جي، جنهن لاءِ الله تعاليٰ شفاعت جي اجازت ڏني هجي.

(ابن قيم ) فرمائي ٿو ته: مشرڪ اصل ۾ ڪنهن کي پنهنجو معبود ان عقيدي جي بنياد تي بنائيندو آهي ته ان مان ڪيس فائدو ٿيندو، جڏهن ته فائدو رڳو ان هستيءَ مان حاصل ٿي سگهي ٿو، جنهن جي اندر انهن چئن خصلتن مان ڪا به هڪ خصلت هجي. يا ته اها هستي پاڻ ان نفعي جي مالڪ هجي جيڪو ان جو مريد چاهي ٿو ۽ جيڪڏهن ان نفعي جو مالڪ نه هجي ته گهٽ ۾ گهٽ مالڪ سان شريڪ هجي ۽ جيڪڏهن مالڪ سان شريڪ به نه آهي ته ان جو معاون ۽ مددگار هجي، پر جيڪڏهن معاون ۽ مددگار به نه آهي ته ان وٽ

سفارش جو حق رکندو هجي. الله تعاليٰ مٿان ڪان وني هيٺ تائين انهن ڇئني مرتبن جي ترتيب وار نفي ڪئي آهي. جئين سڀ کان پهرين ملڪيت جي نفي ڪئي، پوءِ ڀائيواريءَ جي، پوءِ مدد ۽ تعاون جي ۽ سڀ کان آخر ۾ شفاعت جي نفي ڪئي، جنهن جو گمان مشرڪ ڪن ٿا. البته هڪ اهڙي سفارش ثابت ڪيل آهي، جنهن ۾ مشرڪن جو ڪو حصو پتي نہ آهي(١)

۽ اها آهي الله تعاليٰ جي اجازت سان سفارش ڪرڻ.(٢)

لڳي ٿو تہ شيخ ميلي ڪي علامہ ابن قيم جي ان بيان بابت ڄاڻ نہ پئجي سگهي هئي ۽ پاڻ بہ لڳ ڀڳ ساڳي ڳالهہ ڪئي اٿس، جيڪا علامہ ابن قيم چئي هئي. عالمن جي اهڙين متشابہ ڳالهين کي "توارد خاطر" چئبو آهي. بهرحال شرڪ جي جن قسمن بابت ٻنهي بزرگن اشارو ڪيو آهي، اهي هن آيت مان ظاهر آهن.

ابو البقا ڪفويءَ پنهنجي ڪتاب "ڪليات" ۾ شرڪ جا ڇهہ قسم ٻڌائيندي چيو آهي تہ شرڪ جا ڪيترائي قسم آهن:

١. شرڪ استقلال:

يعني بہ مستقل ڀائيوار مڃڻ، جيئن مجوسين جو شرڪ هوندو هو.(٣)

---

١ جيئن الله تعاليٰ سوره نساءِ جي آيت نمبر ۴٨ ۾ فرمايو آهي تہ: إِنَّ اللَّهَ لَا يَغْفِرُ أَن يُشْرَكَ بِهِ وَيَغْفِرُ مَا دُونَ ذَٰلِكَ لِمَن يَشَاءُ وَمَن يُشْرِكْ بِاللَّهِ فَقَدِ افْتَرَىٰ إِثْمًا عَظِيمًا"يعني "بيشڪ الله تعاليٰ شرڪ کي معاف نہ ڪندو. جڏهن شرڪ معاف ٿي ڪونهي تہ مشرڪن لاءِ شفاعت ڪرڻ جي اجازت جو سوال ئي نہ ٿو پيدا ٿئي. ٻيو تہ صحيح مسلم ۾ حضرت ابو هريره کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو "لڪل نبي دعوه مستجابه، فتعجل کل نبي دعوته، اني اختبات دعوتي شفاعه لامتي يوم القيامه" يعني "هر نبيءَ لاءِ هڪ مقبول دعا آهي ۽ هر نبي پنهنجيون پنهنجيون دعائون گهري چڪو آهي، پر مون پنهنجي دعا قيامت جي ڏينهن پنهنجي امت جي شفاعت لاءِ بچائي رکي آهي، جيڪا ان شخص کي حاصل ٿيندي، جيڪو ان حال ۾ مئو هجي جو ان الله تعاليٰ سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪيو هجي." (مسلم ٢/٦٧، ڪتاب الايمان، حديث نمبر ٣٣٨(م م)

٢ مدارج السالڪين ٣۴٣/١

٣ مجوسي يعني باهہ جي پوڄا ڪرڻ وارا. انهن جو عقيدو آهي تہ خدا ٻہ آهن، هڪڙو "نور" يعني روشني ۽ ٻيو "ظلمت" يعني تاريڪي. ڀلائي پيدا ڪرڻ وارو نور آهي ۽ برائي پيدا ڪرڻ وارو ظلمت آهي. ڏسو

٢. شرڪ تبعيض:

**يعني الله تعاليٰ کي چند خدائن جو مجموعو سمجهڻ، جيئن نصرانين جو شرڪ آهي.**(١)

٣. شرڪ تقريب:

**يعني غير الله جي عبادت ان لاءِ ڪرڻ جو اهو، ڪين الله جي ويجهو ڪري ڇڏيندو، جيئن جاهليت واري دور ۾ ڪافرن جو شرڪ هوندو هو.**(٢)

٤. شرڪ تقليد:

**يعني الله تعاليٰ جي عبادت ٻين جي پيرويءَ ۾ ڪرڻ، جيئن بعد ۾ ايندڙ اهل جاهليت جو شرڪ آهي.**(٣)

---

الڪواشف الجليہ عن معاني الواسطيہ ص ٦۴۴ ۾ تفسير جي ڪتابن ۾ سوره حج جي آيت نمبر ١٧ (م م) (نور واري خدا کي اهورا مزدا (اسر مگهوا) چوندا آهن ۽ ظلمت واري خدا کي اهرمن — سنڌيڪار)

[1] نصراني، عيسيٰ عہ جا پوئلڳ آهن. اهي پيءُ (يعني الله تعاليٰ)، پٽ (يعني عيسيٰ عہ) ۽ روح القدس (يعني مريم عہ) کي خدائي مجموعو مڃيندا آهن. ڏسو تفسير قرطبي ٢٣/٦ سوره نساءِ آيت ٧١ ۽ ٢۴٩/٦، ٢٥٠، سوره مائده آيت ٧٣ ۾ ٻيا تفسير (م م ) (دراصل ٽن خدائن جي مجموعي کي تثليث چيو ويندو آهي ۽ عيسائيت کي مڃيندڙن مطابق اهي ٽئي جڳ جو چرخو هلائڻ ۾ هڪ ٻئي جا شريڪ آهن - سنڌيڪار)

[2] انهن جو شرڪيہ عقيدو الله تعاليٰ هن طرح بيان ڪيو آهي ”وَالَّذِينَ اتَّخَذُوا مِن دُونِهِ أَوْلِيَاء مَا نَعْبُدُهُمْ إِلَّا لِيُقَرِّبُونَا إِلَى اللَّهِ زُلْفَى“ (الزمر:٣) (يعني باقي بچيا اهي ماڻهو، جيڪي الله کان سواءِ ٻين کي سرپرست بڻائين ٿا، (اهي پنهنجي ان عمل جو ڪارڻ اهو ٻڌائيندا آهن تہ) اسان انهن جي عبادت رڳو ان لاءِ ٿا ڪريون تہ جيئن اهي الله تعاليٰ تائين اسان جي رسائي ڪرائين. (م م)

[3] جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ هن آيت ۾ ڪيو آهي تہ ”اتَّخَذُواْ أَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ أَرْبَابًا مِّن دُونِ اللَّهِ وَالْمَسِيحَ ابْنَ مَرْيَمَ وَمَا أُمِرُواْ إِلاَّ لِيَعْبُدُواْ إِلَـهًا وَاحِدًا لاَّ إِلَـهَ إِلاَّ هُوَ سُبْحَانَهُ عَمَّا يُشْرِكُونَ“ (التوبہ: ٣١) يعني ”انهن پنهنجن عالمن ۽ درويشن کي الله کان علاوه پنهنجو رب مڃي ورتو آهي ۽ اهڙيءَ طرح ابن مريم کي بہ، جڏهن تہ انهن کي هڪ معبود کان سواءِ ڪنهن جي بہ بندگي ڪرڻ جو حڪم نہ ڏنو ويو هو. ان کان سواءِ ڪير بہ عبادت جي لائق نہ آهي. پاڪ آهي اهو انهن جي شرڪ وارين ڳالهين کان، جيڪي اهي ماڻهون ڪن ٿا.“

حضرت عدي بن حاتم ، جيڪو پهرين عيسائي هو، جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حاضر ٿي اسلام جي دولت کان مالا مال ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ سندن آڏو اها آيت پڙهي تہ وراڻيائين تہ اهي يعني نصراني پنهنجن عالمن ۽ برزگن جي عبادت تہ نہ ڪندا آهن! پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ چو نہ! اهي حلال کي حرام ۽ حرام کي حلال ڪندا آهن ۽ عوام انهن جي پوئواري ڪندو آهي تہ اها انهن جي عبادت آهي. اها حديث امام احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪئي آهي ۽ ترمذيءَ ان کي حسن قرار ڏنو آهي. ان کان علاوه عبد ابن حميد، ابن ابي

٥.  شرڪ اسباب:
يعني فطري اسباب <u>کي موثر قرار ڏيڻ</u>، جيئن فلسفين، طبعيات جي ماهرن ۽ انهن جي پيروڪارن جو شرڪ.[١]

٦.  شرڪ اعراض:
غير الله (يعني دنياوي غرضن ۽ مقصدن) جي ڪيِ لڳڻ.[٢]

منهنجو چوڻ آهي تہ شرڪ جا ڪي ٻيا قسم بہ آهن، جن جو ڪفوي صاحب باقائده ذڪر نہ ڪيو آهي، پر ڄاڻايل قسمن ۾ ضمني طور تي انهن جو ذڪر موجود آهي. مثال طور شرڪ اطاعت ۽ اتباع، جيئن يهودين ۽ نصرانين جو شرڪ، جيڪي حلال ۽ حرام جو حڪم پنهنجن راهبن کان وٺندا هئا.

---

حاتم ۽ طبرانيءَ مختلف طريقن سان اها روايت بيان ڪئي آهي. (ڏسو فتح المجيد ص ١١٠ ۽ تفسير جا ٻيا ڪتاب) هن آيت ۽ ان جي تفسير مان پتو پوي ٿو تہ الله جي ڪتاب ۽ رسول الله جي سنت  کان سواءِ جيڪي ماڻهو انساني زندگيءَ لاءِ جائز ۽ ناجائز جو حدون مقرر ڪندا آهن، اهي اصل ۾ <u>پنهنجيءَ پر ۾ خدائي مقام تي هوندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو انهن جي</u> ان شريعت سازيءَ جي حق ۽ قانون سازيءَ کي تسليم ڪندا آهن، اهي انهن کي خدا وانگر سمجهندا آهن. (بحوالہ فتح المجيد ۽ تفسير جا ٻيا ڪتاب)(م م)

[١] اهو ٽولو خالق مختار جو منڪر آهي. زماني جي گردش کي خالق مڃي ٿو، يعني ان ڳالهہ جو قائل آهي تہ ڪائنات جي گردش سان طبيعتن ۾ امتزاج پيدا ٿيندو آهي، جنهن سان شيون وجود ۾ اينديون آهن. پوءِ جيئن ئي اهو امتزاج هڪ خاص شڪل ۾ وجود پذير ٿيندو آهي تہ ڪا شيءِ پيدا ٿيندي آهي ۽ اهو ئي امتزاج جڏهن ان جي ابتڙ ٿيندو آهي تہ ڪا شيءِ مري ويندي آهي يا فنا ٿي ويندي آهي، يعني پيدا ڪرڻ واري ۽ مارڻ واري طاقت اصل ۾ ڪائنات جي گردش آهي، ڪنهن خالق مختار جي ضرورت نہ آهي. (ڏسو امام رازيءَ جو تفسير ڪبير، سوره جاثيہ آيت وما يهلڪنا الا الدهر)

[٢] دنياوي مقصد جيڪڏهن رڳو رياڪاري، شهرت ۽ نام نمود هجن تہ ان جي شرڪ هجڻ جو ثبوت ان حديث ۾ موجود آهي "من صلي يرائي فقد اشرک، و من صام يرائي فقد اشرک، و من تصدق يرائي فقد اشرڪ" يعني جنهن ڏيکاءَ لاءِ نماز پڙهي، ان شرڪ ڪيو، جنهن ڏيکاءَ لاءِ روضو رکيو، ان شرڪ ڪيو ۽ جنهن ڏيکاءَ لاءِ صدقو ڏنو، ان شرڪ ڪيو."(مسند احمد ١٢٦/۴)

۽ جيڪڏهن مال ۽ دولت يا مقام ۽ مرتبو وغيره حاصل ڪرڻ مقصود هجي تہ ان جو شرڪ هجڻ هن حديث مان واضح ٿئي ٿو تہ "وتعس عبدال دينار، و تعس عبدالدرهم، و تعس عبدالخميصه، و تعس عبدالخميله، ان اعطي رضي، ان لم يعط سخط" يعني هلاڪ ٿيو دينار جو ٻانهو، هلاڪ ٿيو، درهم جو ٻانهو، هلاڪ ٿيو اوني چادر جو ٻانهو، هلاڪ ٿيو مخملي چادر جو ٻانهو، (تڏهن) جڏهن ان کي ڏنو ويو تہ خوش ٿيو ۽ جيڪڏهن نہ ڏنو ويو تہ ناراض ٿي ويو."(ڪتاب الجهاد، باب ٧٠)

حرام شين کي حلال ڪرڻ جو شرڪ، دين کان منهن موڙڻ جو شرڪ، تڪبر ۽ استهزا ۽ الله جي دين مان نقص ڪڍڻ جو شرڪ، نافرمانيءَ جو شرڪ، شرڪ انفاق ۽ شرڪ محبت، اهي سمورا قسم شهوانيت، خواهشن ۽ نفس ۽ شيطان جي عبادت ۾ داخل آهن، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:

أَفَرَأَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ إِلَهَهُ هَوَاهُ وَأَضَلَّهُ اللَّهُ عَلَى عِلْمٍ وَخَتَمَ عَلَى سَمْعِهِ وَقَلْبِهِ وَجَعَلَ عَلَى بَصَرِهِ غِشَاوَةً فَمَن يَهْدِيهِ مِن بَعْدِ اللَّهِ أَفَلَا تَذَكَّرُونَ (الجاثيه: ٢٣)

ترجمو: توهان ڪڏهن اهڙي ماڻهوءَ بابت سوچيو آهي جنهن پنهنجي نفس جي خواهشن کي پنهنجو معبود بنائي ورتو ۽ الله ڄاڻي واڻي ان کي گمراهيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ ان جي دل ۽ ڪنن کي مهر لڳائي ڇڏي ۽ ان جي اکين تي پڙدو چاڙهي ڇڏيو؟ الله کان سواءِ ڪير آهي جيڪو ان کي هدايت ڏئي؟ ڇا توهان ان مان ڪو سبق نه ٿا وٺو؟

ٻيءَ آيت ۾ فرمايو ته:

أَلَمْ أَعْهَدْ إِلَيْكُمْ يَا بَنِي آدَمَ أَن لَّا تَعْبُدُوا الشَّيْطَانَ إِنَّهُ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ (يٰس: ٦٠)

ترجمو: اي آدم پوٽئو! ڇا مون توهان کي هدايت نه ڏني هئي ته شيطان جي بندگي نه ڪجو، بيشڪ اهو توهان جو پڌرو دشمن آهي؟

هيءُ تفصيل جو مقام نه آهي، ان ڪري هن موضوع تي مفصل بيان ڪرڻ کان پاسو ڪجي ٿو.

بنيادي طور تي شرڪ جا ٻه قسم آهن، شرڪ اڪبر ۽ شرڪ اصغر (يعني وڏو شرڪ ۽ ننڍو شرڪ) ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ دنيا ۽ آخرت جي لحاظ کان فرق آهي، جيئن دنيا ۾ شرڪ اڪبر ڪرڻ واري تي مرتد جي حد قائم ڪئي ويندي ۽ معاملات ۽ تصرفات ۾ ان تي مرتد جا احڪام نافذ ڪيا ويندا، جيئن فقه جي ڪتابن ۾ ان جو تفصيل موجود آهي ۽ ان جا سمورا نيڪ عمل باطل ٿي ويندا، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:

وَقَدِمْنَا إِلَى مَا عَمِلُوا مِنْ عَمَلٍ فَجَعَلْنَاهُ هَبَاء مَّنثُورًا (الفرقان:٢٣)

ترجمو: ۽ جيڪي ڪجهه انهن ڪيو آهي، ان کي اسان ڌوڙ وانگر اڏائي ڇڏينداسون.

پر آخرت ۾ ان جي پاداش اها آهي ته انهن کي سدائين لاءِ جهنم ۾ رهڻو پوندو، جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

إِنَّ اللّهَ لاَ يَغْفِرُ أَن يُشْرَكَ بِهِ وَيَغْفِرُ مَا دُونَ ذَلِكَ لِمَن يَشَاء(النساء:۴۸)

ترجمو: الله تعاليٰ رڳو شرڪ کي معاف نه ٿو ڪري، ان کان سواءِ ٻيا گناهه جنهن کي چاهي، معاف ڪري ڇڏي ٿو.

باقي ٻچيو شرڪ اصغر (يعني ننڍو شرڪ) ته ان جو معاملو شرڪ اڪبر کان مختلف آهي. جيتوڻيڪ اهو به خطرناڪ آهي، جيئن اصحابي سڳورن کان روايت ڪيل آهي ته شرڪ اصغر، گناهه ڪبيره کان وڏو گناهه آهي، جيتوڻيڪ شرڪ اڪبر جيترو نه آهي. ان جو تفصيل اڳتي ايندو.(۱)

پر سوال اهو آهي ته ٻنهي قسم جي شرڪ ۾ فرق ڪيئن معلوم ٿئي ته جيئن تعويذ جي باري ۾ اهو فيصلو ڪري سگهجي ته اهو شرڪ اڪبر آهي يا شرڪ اصغر (يعني تعويذ ٻڌڻ وڏو شرڪ آهي يا ننڍو) ان سلسلي ۾ ڪيترائي قائدا ۽ ضابطا آهن، جن جي مدد سان وڏي ۽ ننڍي شرڪ ۾ تفريق ڪري سگهجي ٿي، جن مان ڪي هن ريت آهن.

۱. ڪنهن ماڻهوءَ شرڪيہ لفظ استعمال ڪيا آهن، پر ان جو مقصد ڪنهن به طرح غير الله جي عبادت ڪرڻ نه هجي ته اهو شرڪ اصغر آهي. جيئن هڪ ماڻهوءَ، پاڻ سڳورن ﷺ کي چيو "ماشاءَ الله وشئت" يعني "جيئن الله جي ۽ توهان جي مرضي" تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو "اجعلتني لله ندا؟" بل ماشاءَ الله

---

۱ شيخ عبدالعزيز المحمد السلمان شرڪ اڪبر ۽ شرڪ اصغر جي وچ ۾ چار فرق بيان ڪيا آهن. شرڪ اڪبر ڪنڏڙ کي هرگز معاف نه ڪيو ويندو ۽ شرڪ اصغر ڪنڏڙ الله جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي، وڻيس ته معاف ڪري ڇڏيندو، نه وڻيس ته معاف ڪونه ڪندو.

وحده“ يعني ”ڇا تو مونکي الله جو شريک بنايو آهي؟ بلڪ جيڪي الله چاهي، اهو ئي ٿيندو.“

وري پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ”لاتقولوا ماشاءَ الله و شاءِ فلان، ولڪن قولوا ماشاءَ الله ثم شاءِ فلان“ يعني ”ائين نه چئو ته جيڪي الله چاهي ۽ فلاڻو ماڻهو چاهي، بلڪ ائين چئو ته الله تعاليٰ چاهي، پوءِ فلاڻو ماڻهو چاهي.“(١)

اصحابي سڳورن ن جي وضاحت ڪندي فرمايو آهي ته لفظن ۾ شرڪ جو مظهر ئي شرڪ خفي (يعني لڪل شرڪ) هوندو آهي ۽ شرڪ خفي ئي شرڪ اصغر آهي، جيئن حضرت ابن عباس ”فلا تجعلوا لله اندادا و انتم تعلمون“ (٢) جي تفسير ۾ فرمايو:

”انداد“ اهڙو شرڪ آهي جيڪو رات جي تاريڪيءَ ۾ ڪنهن ڪاري پٿر تي چرندڙ ماڪوڙيءَ جي آواز ڪان به وڌيڪ لڪل هوندو آهي. ان جي صورت اها آهي جو توهان چئو ته ”قسم آهي الله جو ۽ توهان جي زندگيءَ جو ۽ منهنجي زندگيءَ جو ۽ پوءِ چئو ته جيڪڏهن ڪتي نه هجي ها ته چور اسان جي گهر ۾ گهڙي اچي ها، جيڪڏهن گهر ۾ بدڪ نه هجي ها ته چور چوري ڪري وڃي ها. اهڙيءَ طرح ڪنهن کي اهو چوڻ ته جيڪو الله چاهي ۽ توهان چاهيو، ۽ جيڪڏهن الله ۽ فلاڻو ماڻهو نه هجي ها (ته ائين ٿي وڃي ها) (ابن عباس فرمائي ٿو ته) فلاڻي کي وچ ۾ نه آڻيو، جو ته اهو سڀ ڪجهه شرڪ آهي.(٣) ساڳي ڳالهه عڪرمه به مٿي بيان ڪيل آيت جي تفسير ۾ چئي آهي.(٤)

---

١ مسند احمد ٣٨٣/۵

٢ بس جڏهن توهان ڄاڻو ٿا ته پوءِ ٻين کي الله برابر نه آڻيو. (سوره بقره آيت ٢٢ (م م)

٣ تفسير ابن ڪثير ۵٧/١

٤ ڏسو تفسير قرطبي ١٢٧/١

ساڳيءَ طرح غير الله جو قسم کڻڻ بہ شرڪ آهي. رسول الله ﷺ فرمايو تہ: "من حلف بغير الله فقد كفر او اشرك"[1] يعني "جنهن غير الله جو قسم کنيو، ان ڪفر ڪيو يا شرڪ ڪيو."

اهو حڪم شرڪ اصغر تي لاڳو ٿيندو، جيئن ابن عباس  جو بيان ڏنل آهي، ان ڪان علاوه غير الله ڏانهن نسبت ڪري نالو رکڻ شرڪ اصغر آهي، جيئن عبدالحسن ۽ عبدالحسين وغيره.

٢. شرڪ اڪبر ۽ اصغر کي سڃاڻڻ جو ٻيو قاعدو اهو آهي تہ شرڪ جيڪڏهن غرضن ۽ مقصدن جي حصول ۾ واقع ٿئي تہ اهو شرڪ اصغر آهي، بشرطيڪ شرڪ ڪرڻ وارو اعتقادي منافق نہ هجي، نہ تہ اهو شرڪ اڪبر ٿي ويندو. اعتقادي منافق مان مراد اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو بنا ايمان جي عمل ڪري يا ان ايمان سان، جنهن جو مقصود دنيا جي طلب هجي، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ:

مَن كَانَ يُرِيدُ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا وَزِينَتَهَا نُوَفِّ إِلَيْهِمْ أَعْمَالَهُمْ فِيهَا وَهُمْ فِيهَا لاَ يُبْخَسُونَ
أُوْلَـئِكَ الَّذِينَ لَيْسَ لَهُمْ فِي الآخِرَةِ إِلاَّ النَّارُ وَحَبِطَ مَا صَنَعُواْ فِيهَا وَبَاطِلٌ مَّا كَانُواْ يَعْمَلُونَ(هود:١٥، ١٦)

ترجمو: جيڪي ماڻهو رڳو دنياوي زندگي ۽ ان جي رنگينين جا طالب هوندا آهن، انهن جي سموري عمل جو ڦل اسان انهن کي هتي ئي ڏيندا آهيون ۽ ان ۾ ساڻن ڪا بہ گهٽتائي نہ ڪندا آهيون، پر آخرت ۾ اهڙن ماڻهن لاءِ باهہ کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. (اتي پتو پئجي ويندو تہ) جيڪي ڪجهہ انهن دنيا ۾ ناهيو، اهو سڀ مٽجي ويو ۽ هاڻي سندن سموري ڪئي ڪمائي ڪُٽ آهي.

---

[1] احمد ٣٤/٢، حاڪم ١١٨/١ ۽ حاڪم ان کي صحيح ڪوٺيو آهي. ذهبيءَ ان جي قول سان موافقت ڪئي آهي، ترمذيءَ حديث نمبر ١٥٩٠ ۾ روايت ڪئي آهي، البانيءَ، صحيح ترمذي ۽ ارواءِ الغليل حديث نمبر ١٥٦١ ۽ الصحيحہ نمبر ٢٠٤٢ ۾ ان کي صحيح ڪوٺيو آهي. ڏسو ترمذي ٩٩/٢

اهڙي شرڪ جو مثال اهو آهي تہ ڪو ماڻهو پنهنجي نماز ان ڪري سهڻي ڍنگ سان پڙهي جو ٻيو ماڻهو ڪيس ڏسندو رهي يا اهڙي قسم جا ڪي ٻيا مقصد سندس ذهن ۾ هجن. الله جي رسول ﷺ چٽن لفظن ۾ ان کي شرڪ اصغر ڪوٺيو آهي، جيئن حضرت جابر ؓ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورا صہ ٻاهر نڪتا ۽ فرمايائون:"يا ايها الناس اياكم وشرک السرائر، قالوا: يا رسول الله! ما شرکالسرائر؟ قال يقوم الرجل فيصلي فيزين صلاته جاهدا لما يري من نظر الناس اليه، فزلک السرائر."(١)

يعني "اي لوڪو! توهان پنهنجو پاڻ کي لڪل شرڪ کان بچايو. اصحابي سڳورن پڇيو تہ يا رسول الله ﷺ! اهو لڪل شرڪ ڪهڙو ٿيندو آهي؟ وراڻيائون تہ ماڻهو نماز جي لاءِ بيهي تہ پنهنجي نماز کي سهڻي ڍنگ سان ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ پاڻ ڏي ماڻهن کي نهاريندي ڏسندو رهندو آهي، اهو لڪل شرڪ آهي."

شداد بن اوس ؓ جو بيان آهي تہ اسان رسول الله صہ جي دور ۾ رياءَ (يعني ڏيکاءَ) کي شرڪ اصغر چوندا هئاسين.(٢)

زيد بن اسلم پنهنجي والد کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري حضرت عمر ؓ مسجد ڏانهن پئي آيو تہ معاذ بن جبل ؓ کي پاڻ سڳورن ﷺ جي قبر وٽ روئيندي ڏٺائين. پڇيائين، معاذ! ڇو پيو روئين؟ حضرت معاذ ؓ وراڻيو تہ هڪ حديث پئي مونکي رئاڙي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کان ٻڌو اٿم تہ "اليسر من الرياءِ شرک، و من عاد اولياءَ الله فقد بارز الله بالمحاربه، ان الله يحب الاتقياءِ الاخفياءِ الذين اذا عابوا لم يفتقدوا، وان حضروا لم يعرفوا، قلوبهم مصابيح الهدي، يخرجون من كل غبراءِ

---

(١) بيهقي ٢٩١/٢، ڏوسريءَ ان کي "النهج" صفحي ٢١١ تي صحيح ڪوٺيو آهي ۽ چيو آهي تہ ابن خزيمہ حديث نمبر ٩٢٧ ۾ روايت ڪئي آهي ۽ ذهبيءَ "مهذب" ٢٦١/٢ ۾ ان کي حسن ڪوٺيو آهي.

(٢) حاڪم ٣٢٩/۴ ۾ ان کي بيان ڪيو آهي ۽ صحيح ڪوٺيو آهي. ذهبيءَ ان سان سهمت ڪئي آهي ۽ ڏوسريءَ "النهج" جي صفحي ٢١١ تي ان کي حسن ڪوٺيو آهي ۽ ان جي تخريج ڪرڻ وارن جو ذڪر ڪيو آهي.

مظلمه.“ يعني ”رياءُ (يعني ڏيکاءُ) پلي ٿورڙو هجي، پر اهو به شرڪ آهي ۽ جنهن الله جي ولين سان ڪپت ڪئي، اهو (ڄڻ ته) الله سان جنگ لاءِ نڪري چڪو. بيشڪ الله تعاليٰ اهڙن پرهيزگار گمنام ماڻهن کي پيارو ٿو رکي، جيڪي موجود نه هوندا آهن ته انهن جي ڳولها نه ڪئي ويندي آهي ۽ جڏهن حاضر هوندا آهن ته انهن کي سڃاتو نه ويندو آهي. انهن جون دليون شمع هدايت هونديون آهن ۽ اهي هر اونداهي دور ۾ پيدا ٿيندا آهن.(١)

ابوالبقا ڪفوي ان ڳالهه تي اجماع جو بيان ڪيو آهي ته شرڪ اصغر ڪرڻ واري تي ڪفر اڪبر جو حڪم نه ٿو لڳي سگهي، جيڪو اسلام مان خارج ڪري ڇڏيندو آهي.(٢)

دنيا جي حاصلات لاءِ ڪم ڪرڻ به شرڪ اصغر آهي، بشرطيڪ اهو ان عمل ڪرڻ واري جو بنيادي مقصد نه هجي، بلڪ دنيا جي حاصلات سان گڏوگڏ اجر ۽ ثواب جو به ارادو هجيس، ته اهو شرڪيه عمل ٿيندو، جيئن اهڙو مجاهد جيڪو ثواب سان گڏ شهرت ۽ ناماچاريءَ جو به گهرجائو هجي، يا اجر ۽ ثواب سان گڏ مال ۽ دولت به چاهيندو هجي (تفصيل اڳتي ايندو) جيئن رسول الله ﷺ فرمايو ته: ”وتعس عبدال دينار، و تعس عبدالدرهم، و تعس عبدالخميصه، و تعس عبدالخميله، ان اعطي رضي، ان لم يعط سخط“ يعني ”هلاڪ ٿيو دينار جو ٻانهو، هلاڪ ٿيو، درهم جو ٻانهو، هلاڪ ٿيو اوني چادر جو ٻانهو، هلاڪ ٿيو مخملي چادر جو ٻانهو، (تڏهن) جڏهن ان کي ڏنو ويو ته خوش ٿيو ۽ جيڪڏهن نه ڏنو ويو ته ناراض ٿي ويو.“(٣)

---

١ حاڪم ¼ ۾ ان کي صحيح ڪوٺيو آهي ۽ ذهبيءَ ان سان سهمت ڪئي آهي. ابن ماجہ حديث نمبر ٣٩٨٩ ۽ ڏوسريءَ ”صحيح النهج“ ۾ ان کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ان جي تخريج ڪرڻ جو ذڪر ڪيو آهي.

٢ ڏسو ”الشرڪ و مظاهر“ للميلي ص ٦٦

٣ صحيح بخاري: ڪتاب الجهاد، باب ٧٠

پر جيڪڏهن ماڻهو اجر ۽ ثواب جو ماڳهين خواهشمند ئي نہ هجي، بلڪ پنهنجي عمل مان رڳو دنيا جو طالب هجي تہ اهو شرڪ اڪبر آهي، جيئن پنيان بيان ٿي چڪو آهي. اهو اهڙي ماڻهوءَ وانگر آهي، جيڪو رڳو مال ۽ دولت حاصل ڪرڻ لاءِ شهادت جو ڪلمو ۽ نمازون پڙهي.

٣. ٽيون ضابطو اهو آهي تہ شرڪ سببن ۽ وسيلن ۾ ڪيو وڃي. يعني ماڻهو اهڙن ڪارڻن ۽ وسيلن تي ڀروسو ڪري، جيڪي اصل ۾ نہ شرعي لحاظ کان سبب هجن ۽ نہ ئي قدرتي طور تي. اهڙي صورت ۾ ان ماڻهوءَ جو جيڪڏهن ان سبب تي مڪمل اعتماد نہ هجي ۽ اهو گمان نہ ڪندو هجي تہ اهو سبب الله تعاليٰ جي ارادي بنا پاڻ مرادو اثرانداز ٿي سگهي ٿو ۽ نہ ئي اهڙي سبب لاءِ ڪنهن قسم جي عبادت (يا رياضت) ڪري تہ اهڙيءَ صورت ۾ شرڪ اصغر ٿيندو، جيئن حضرت عبدالله بن مسعود  کان روايت ٿيل اها حديث دلالت ڪري ٿي تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ ''الطيره شرک، الطيره شرک، وما منا الا، ولکن الله يذهبه بالتوکل'' يعني ''**بدسوڻ** وٺڻ شرڪ آهي، بدسوڻ وٺڻ شرڪ آهي. اسان مان ڪوبہ اهڙو نہ آهي، جنهن جي دل ۾ اهڙي قسم جو وهم نہ پيدا ٿيندو هجي، پر الله تعاليٰ، توڪل علي الله جي ڪارڻ ان (شرڪ) کي اسان کان پري ڪري ڇڏيندو آهي.''([1])

٤. ________________ عبدالله بن عمرو  جي بيان ڪيل هڪ روايت پڻ ساڳئي مفهوم جي دلالت ڪري ٿي تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ ''جنهن ماڻهوءَ کي بدشگونيءَ سندس ضرورت کان موٽائي ڇڏيو، ان شرڪ ڪيو. اصحابي سڳورن پڇيو تہ يا رسول الله ﷺ! ان جو ڪفارو ڪهڙو ٿيندو؟

---

[1] احمد ٣٨٩/١، حاڪم ١٧/١، تي ان کي صحيح ڪوٺيو آهي، ذهبيءَ ان سان سهمت ڪئي آهي. ابوداٶد حديث نمبر ٣٩١٠، ترمذيءَ حديث نمبر ٤١٦١ ۽ الٻانيءَ صحيح سنن ابوداٶد ۾ ٢/٧٤٠، ۽ الصحيحہ نمبر ٤٣٠ ۾ ان کي صحيح قرار ڏنو آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ چئو اي الله! پلائي رڳو تنهنجي طرف آهي ۽ قضا ۽ قدر رڳو تنهنجي ئي هٿن ۾ آهي ۽ تو کان سواءِ ڪوبہ معبود ڪونهي."[1]

شيخ عبدالرحمٰن بن سعدي جو چوڻ آهي تہ هر اهو قول ۽ فعل شرڪ اصغر آهي، جيڪو شرڪ ڏانهن وٺي ٿو وڃي. جيئن مخلوق جي شان ۾ ايترو وڌاءُ ڪرڻ جيڪو وڃي عبادت جي درجي تي پهچي. جهڙوڪ غير الله جو قسم کائڻ، يا ٿورو ڏيکاءُ ڪرڻ وغيره."[2]

گذريل بحث مان ظاهر ٿيو تہ شرڪ اصغر اهڙو شرڪ آهي، جنهن سان نہ ڪو اصل ايمان وڃي ٿو، ۽ نہ ئي خالص عبادت جي درجي تي پهچي ٿو جيڪا غير الله لاءِ ڪيل عبادت ثابت ٿي وڃي.

شرڪ اصغر جي سڃاڻپ بين بہ ڪيترن دليلن سان ڪري سگهجي ٿي، جن مان ڪجهہ هن ريت آهن:

١. رسول الله ﷺ ڪنهن خاص عمل جي شرڪ اصغر هجڻ جي چٽائي ڪري ڇڏي هجي، جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جو فرمان آهي تہ: "ان اخوف مان اخاف عليكم اشرک الاصغر، قالوا يا رسول الله! وما الشرک الاصغر؟ قال الرياءِ" يعني "سڀ کان وڌيڪ جنهن شيءِ بابت آئون توهان جي باري ۾ ڊڄان ٿو، اهو شرڪ اصغر آهي. اصحابين پڇيو يا رسول الله صہ! شرڪ اصغر ڪهڙو آهي؟ وراڻيائون تہ ڏيکاءُ."

٢. هر اهڙو عمل، جنهن کي ڪفر يا شرڪ قرار ڏنو ويو هجي ۽ شارع عليہ السلام ان جي سزا مقرر ڪئي هجي (مرتد جي سزا کان علاوه، چو تہ ارتداد، ڪفر اڪبر آهي) سمورن دليلن جي روشنيءَ ۾ اهو نتيجو نڪري ٿو تہ اهڙو عمل شرڪ اصغر چئبو. ان جو مثال مسلمان جو قتل آهي، جنهن کي

[1] احمد ٢٢٠/٢، دَوسريءَ "النهج" ۾ صحيح ڪوٺيو آهي، هيثميءَ ١٠٥/٥ تي چيو آهي تہ ان حديث جي سند ۾ ابن لهيعہ جو نالو اچي ٿو ۽ ان جي حديث حسن آهي ۽ ٻيا رجال ثقات آهن.

[2] القول السديد للشيخ عبدالرحمٰن بن سعدي ص ٢٤

پاڻ سڳورن ﷺ كفر كوٺيو آهي ۽ قاتل جي سزا قصاص آهي. مقتول جي وليءَ كي اختيار آهي تہ قصاص معاف كري ديت وٺي، پر جيكڏهن مرتد اسلام ڏانهن واپس نہ موٽي تہ ان جي سزا ساقط نہ ٿي ٿيو سگهي.

ٻيو تہ مسلمانن جي پاڻ ۾ ويڙهہ جيتوڻيك كفر آهي، پوءِ بہ الله تعاليٰ قتل كرڻ واري كي اسانجو ايماني ڀاءُ كوٺيو آهي، جيئن ارشاد رباني آهي تہ:

إِنَّمَا الْمُؤْمِنُونَ إِخْوَةٌ فَأَصْلِحُوا بَيْنَ أَخَوَيْكُمْ وَاتَّقُوا اللَّهَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ

ترجمو: درحقيقت مومن پاڻ ۾ ڀائر آهن، تنهنكري توهان پنهنجن ڀائرن ۾ صلح كرايو ۽ الله كان ڊڄو تہ جيئن توهان تي رحم كيو وڃي.

٣. ٽيون دليل اهو آهي تہ اصحابي سڳورا رضي الله تعاليٰ عنهم كنهن عمل جي شرك اصغر هجڻ جي چٽائي كري ڇڏين يا كنهن نص شرعي مان اهو ثابت ٿيندو هجي تہ فلاڻو كم شرك اصغر آهي (تہ اهو شرك اصغر ٿيندو) كارڻ اهو آهي تہ اصحابي سڳورا شرك اكبر وارو زمانو گذاري چكا آهن ۽ رسول الله ﷺ، اصحابي سڳورن جي آڏو عقيدي جي مسئلن جي اهڙيءَ طرح چٽائي كري ڇڏي آهي جو انهن لاءِ شرك ۽ توحيد ۾ كنهن قسم جو كو شك شبهو باقي نہ بچيو. ٻيو تہ فقهي ۽ فروعي مسئلن وانگر شرك وارن معاملن ۾ منجهن اختلاف كونہ ٿو ليي، ان كري ان بابت اصحابين جي قول تي عمل كرڻ واجب آهي.

٤. هن وضاحت جي لحاظ كان اسان كي ڏسڻ گهرجي تہ تمائم (يعني رينن، موتين، داڻن، كوڏين، گهونگهن ۽ مڇيءَ جي ڏندن وغيره جا تعويذ لٽكائڻ) شرك اكبر آهي يا شرك اصغر.

درحقيقت تعويذ ٻڌڻ شرك في الاسباب مان آهي ۽ اهو شرك تعويذ ٻڌڻ واري جي حال مطابق كڏهن شرك اكبر ٿيندو آهي تہ كڏهن شرك اصغر. ان كري ان كي نہ كي پوريءَ ريت شرك اكبر چئي ٿو سگهجي، نہ

ئي شرڪ اصغر. بلڪ تعويذ ۽ تعويذ واري جي حال تي غور ڪيو ويندو. جيئن جيڪڏهن ڪو ماڻهو بت لٽڪائي يا شرڪيہ ڪلمہ لکي لٽڪائي، جنهن ۾ غير الله کان مدد گهريل هجي يا غير الله کي صحت ۽ شفا جي التجا ڪيل هجي يا صليب لٽڪايل هجي تہ اهو سڀ بيشڪ شرڪ اڪبر آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪوڏيون، ڌاڳا وغيره ٻڌي انهن تي پورو اعتقاد رکي ۽ اهو سمجهي تہ اهي پاڻ مرادو مصيبتن کي ٽارڻ وارا آهن تہ اهو بہ شرڪ اڪبر آهي، نہ تہ شرڪ اصغر. ان سلسلي ۾ وڌيڪ چٽائيءَ لاءِ ڪجهہ عالمن جا بيان ۽ فتوائون هتي پيش ڪجن ٿيون.

شيخ محمد بن عبدالوهاب "ڪتاب التوحيد" ۾ هڪ باب جو عنوان اهو رکيو آهي تہ "ڇلو ۽ ڌاڳو وغيره "آئيءَ کي ٽارڻ" لاءِ پائڻ شرڪ آهي" ان باب جي شرح ۾ شيخ عبدالرحمٰن بن سعدي لکي ٿو تہ "هن باب کي سمجهڻ، سببن جي حڪمن جي معرفت تي ٻڌل آهي ۽ حاصل ڪلام اهو آهي تہ ٻانهي لاءِ اسباب جي سلسلي ۾ ٽن شين جي معرفت ضروري آهي.

١. پهرين ڳالهہ اها آهي تہ انسان ان شيءِ کي سبب بنائي، جنهن جو سبب هجڻ شرعي يا قدرتي طور تي ثابت هجي.

٢. ٻي ڳالهہ اها آهي تہ مشروع ۽ نفع بخش سبب اختيار ڪرڻ جي باوجود انسان ان سبب تي ڀروسو نہ ڪري، بلڪ مسبب الاسباب قادر مطلق (الله) تي ڀروسو ڪري.

٣. ٽين ڳالهہ اها آهي تہ ٻانهي کي اهو يقين هجڻ گهرجي تہ سبب ڪيترا بہ وڏا ۽ طاقتور هجن، پوءِ بہ اهي الله جي لکئي ۾ اهڙيءَ طرح جڪڙيل هوندا آهن جو انهن مان نڪرڻ ممڪن نہ هوندو آهي ۽ اهو بہ يقين رکڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ پنهنجي مرضيءَ سان انهن ۾ عمل دخل ڪري ٿو. وٽيس تہ پنهنجي حڪمت ۽ گهرج مطابق انهن جي سببيت باقي رکي تہ جيئن ٻانها انهن سببن جي حقيقت تي قائم رهن ۽ الله تعاليٰ جي حڪمت کي سڃاڻي وٺن تہ هن

ڪيتري قدر انهن سببن کي علت سان جوڙي رکيو آهي ۽ جيڪڏهن چاهي ته پنهنجي مشيئت مطابق انهن سببن کي بدلي به سگهي ٿو ته جيئن ٻانهو انهن تي ڀروسو نه ڪري ۽ الله جي قدرت جي ڪمالن کي سمجهي وٺي ۽ مٿس ڀڙرو ٿي وڃي ته تصرف مطلق ۽ اراده مطلق رڳو الله وحده لاءِ ئي آهي. سببن جي سلسلي ۾ اهو ئي نظريو ۽ ان تي عمل جو اهو ئي طريقو هر ٻانهي لاءِ واجب آهي.

جڏهن اها ڳالهه واضح ٿي وئي ته اهو به ڄاڻي وٺو ته جنهن به ماڻهوءَ ڪنهن مصيبت جي اچڻ کان اڳ ان کي روڪڻ لاءِ يا آئي ٽارڻ لاءِ چلو يا ڌاڳو وغيره پاتو ته ان شرڪ ڪيو. ان ڪري جو جيڪڏهن هن، انهن کي پاڻمرادو ٽارڻ وارو سمجهيو ته اهو شرڪ اڪبر آهي، يعني پالڻهار جي ربوبيت ۾ شرڪ آهي، ڇو ته هن، خلق ۽ تدبير ۾ الله جو شريڪ بنايو ۽ عبوديت ۾ به شرڪ ڪيو، ڇو ته هن اهڙي چلي وغيره کي "اله" جو درجو ڏنو ۽ ان مان نفعي جي اميد ۽ خواهش رکي پنهنجي دل کي ان سان وابسته ڪيو. پر جيڪڏهن ٻانهي، الله تعاليٰ کي ئي مشڪل ڪشا مڃيو ۽ اهي چلا، ڌاڳا وغيره ان اعتقاد سان پاتا ته اهي اهڙا سبب آهن، جن کان مصيبتون پري ڀڄن ٿيون ته اهڙيءَ صورت ۾ هن، انهن شين کي سبب بنايو، جيڪي نه ڪو شرعي طور تي سبب آهن ۽ نه ئي قدرتي طور تي. تنهنڪري اهو حرام آهي ۽ شريعت ۽ تقدير تي ڪوڙو الزام آهي. ڇو ته شريعت ته ان ڳالهه کان سختيءَ سان منع ڪئي آهي ۽ شريعت جنهن شيءِ کان روڪي ٿي ، اها لاڀائتي ٿي ئي نه ٿي سگهي.

باقي بچيو قدرتي سبب! ته اهي چلا وغيره نه کي عام رواجي سببن ۾ شامل آهن ۽ نه ئي غير رواجي سبب مان، جن سان مقصد حاصل ٿئي ۽ نه ئي اهي فائدو ڏيندڙ دوا وغيره مان آهن، بلڪ اهي شرڪ جي وسيلن مان هڪ

وسيلو آهن. چو تہ ان کي پائڻ واري جي دل لازمي طور تي ان سان وابستہ ٿي ويندي آهي ۽ اهو هڪ قسم جو شرڪ ۽ شرڪ جو ذريعو آهي.

باقي بچيا تعويذ! تہ تعويذ ان شيءِ کي چوندا آهن، جنهن کي جسم جي ڪنهن حصي ۾ ٻڌو يا پاتو وڃي ٿو ۽ جنهن کي استعمال ڪرڻ واري جو دل ان جي عقيدت ۾ گرفتار ٿي ويندو آهي. تنهنڪري ان بابت بہ اهو ئي حڪم آهي، جيڪو چلي ۽ ڌاڳي وغيره جي باري ۾ آهي، يعني انهن مان ڪي شرڪ اڪبر آهن، جهڙوڪ اهي تعويذ جن ۾ شيطانن يا ٻيءَ ڪنهن مخلوق کان مدد گهرڻ جي معنيٰ لکيل هجي، چو تہ جنهن شيءِ تي الله کان علاوه ڪنهن کي قدرت حاصل نہ هجي، ان تي غير الله کان مدد گهرڻ شرڪ آهي، جنهن جو ذڪر ايندڙ صفحن ۾ ڪيو ويندو، انشاءَ الله. ڪي تعويذ وري حرام آهن، جهڙوڪ اهي تعويذ جن ۾ اهڙا نالا لکيل هجن، جن جو ڪو بہ مفهوم نہ هجي، اهڙا تعويذ شرڪ ڏانهن وٺي ويندا آهن، ان ڪري حرام آهن.([1])

شيخ سلمان بن عبدالله بن محمد بن عبدالوهاب بہ ڪجهہ اهڙي قسم جو ئي موقف رکي ٿو. جيئن پاڻ لکي ٿو تہ: "هتي مصيبت کي روڪڻ يا ٽارڻ لاءِ ٽامي، لوه وغيره جي چلن جا تعويذ پائڻ جو حڪم بيان ڪرڻ مقصود آهي (تہ ان بابت اهو حڪم آهي تہ) اصل ۾ اهو عقيدو، توحيد کان انڪار آهي، جيڪا باري تعاليٰ جي الوهيت تحت ٻانهن تي واجب آهي. چو تہ "اله" هر ان ذات کي چوندا آهن، جنهن سان دل ۾ ايتريقدر عقيدت هجي جو ان سان بہ اهي ئي اميدون وابستہ ڪيون وڃن، جيڪي الله تعاليٰ سان وابستہ ڪيون وينديون آهن. ان جي وڌيڪ وضاحت توحيد، اطاعت ۽ عبادت جي بيان ۾ ڪيل آهي ۽ اتي اهو ٻڌايو ويو آهي تہ سڀ کان عظيم اطاعت ۽ عبادت الله تعاليٰ کي پڪارڻ، ان سان اميدون وابستہ ڪرڻ، ان تي ڀروسو ڪرڻ ۽ رکو

[1] القول السيدي ص ٣٤ کان ٣٨

ان کي ئي خير ۽ شر ۾ تصرف جو حقدار سمجھڻ آھي، جيئن الله تعالىٰ فرمايو آھي تہ:

وَإِن يَمْسَسْكَ اللّهُ بِضُرٍّ فَلاَ كَاشِفَ لَهُ إِلاَّ هُوَ وَإِن يُرِدْكَ بِخَيْرٍ فَلاَ رَآدَّ لِفَضْلِهِ يُصَيبُ بِهِ مَن يَشَاء مِنْ عِبَادِهِ وَهُوَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ (يونس: ١٠٧)

ترجمو: جيڪڏھن الله توکي ڪنهن مصيبت ۾ وجهي تہ ان کان سواءِ ڪير بہ ڪونهي، جيڪو ان مصيبت کي ٽاري سگهي ۽ جيڪڏھن ھو تنھنجي حق ۾ ڪنھن ڀلائيءَ جو ارادو ڪري تہ سندس فضل کي ڦيرڻ وارو بہ ڪوئي ڪونھي.

تنھنڪري جنھن اھڙو عقيدو رکيو تہ ڇلن، ھڏين ۽ تعويذن ۾ مصيبت روڪڻ يا ھٽائڻ جي طاقت آھي تہ اھو، ان عقيدي جي ڪارڻ شرڪ ۾ مبتلا ٿيو ۽ الله تعالىٰ جنھن عقيدي ۽ تصور جو حڪم ڏنو آھي، ان جي ڪليو ڪلايو خلاف ورزي ڪئي. ان ڪري ئي نبي ڪريم ﷺ ان همراه کي، جنھن پنھنجي ٻانھن ۾ بيماريءَ جي ڪري ٿامي جو ڇلو پٿو ھو، چيو تہ: ”انزعها فانها لا تزيدک الا وهنا، ولو مت وهي عليک ما افلحت ابدا“ يعني ”ھن کي ڪيڍي ڇڏ، اھو تنھنجي بيماريءَ کي ويتر وڌائيندو ۽ جيڪڏھن تون مري وئين ۽ اھو ڇلو تنھنجي جسم تي باقي رھيو تہ تون ڪڏھن بہ ڪامياب نہ ٿي سگهندين.“([1])

ھن حديث ۾ سدائين لاءِ ڪاميابيءَ جي نفي ان ڳالھ جي دلالت ڪري ٿي تہ اھو عمل شرڪ اڪبر آھي، معاف نہ ٿيندو، بلڪ اھو شخص، ذڪر ڪيل عقيدي جي ڪارڻ سدائين لاءِ جھنم ۾ رھندو.“([2])

شيخ صاحب پنھنجي ڪتاب ”تيسير العزيز الحميد في شرح ڪتاب التوحيد“ ۾ ذڪر ڪيو آھي تہ مصيبت ٽارڻ لاءِ ڇلو پائڻ ۽ ڌاڳو ٻڌڻ شرڪ

---

[1] امام احمد وغيره اها حديث عمران بن حصين کان روايت ڪئي آھي.

[2] التوضيح عن توحيد الخلائق ص ٢٦٨

اصغر منجهان آهي.(1) بيشڪ شيخ صاحب جو ان مان اهو مطلب آهي تہ جنهن انهن ۾ رڳو سببيت جو اعتقاد رکيو تہ اهو شرڪ اصغر آهي، پر جيڪڏهن ان تي ڀروسو ڪري ۽ ان مان نفعي جي اميد رکي ۽ دل ۾ ان سان عقيدت بہ هجي يا ڪو شرڪيہ تعويذ هجي، جهڙوڪ اهڙو تعويذ جيڪو مدد گهرڻ واري مواد تي مشتمل هجي، جنهن تي رڳو الله تعاليٰ جي قدرت آهي تہ يقينن اهو شرڪ اڪبر ٿيندو. شيخ صاحب جي اها راءِ سندس ڪتاب ”تيسر العزيز الحميد“ ۽ ”التوضيح عن توحيد الخلائق“ ۾ سندن ڪلام ۾ واضح آهي.

سماحتہ الشيخ عبدالعزيز بن باز بہ ساڳي ڳالهہ ڪئي آهي، جيئن تعويذن بابت فرمائي ٿو تہ:

”جيڪڏهن انهن ۾ شيطانن جا نالا هجن، يا هڏين، ريڻن ۽ ڪلين، جا تعويذ هجن يا طلسم يعني حروف مقطعات (ا، ب، ج د، وغيره) هجن يا انهن جهڙي ڪا ٻي شيءِ هجي تہ اهو شرڪ اصغر آهي ۽ اهڙو تعويذ ڪڏهن ڪڏهن شرڪ اڪبر بہ ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن تعويذ استعمال ڪرڻ وارو اهو عقيدو رکي تہ الله تعاليٰ جي حڪم کان سواءِ اهو تعويذ سندس حفاظت ڪندو يا سندس بيماري هٽائيندو يا ايندڙ مصيبت کي ٽاريندو (تہ اهو شرڪ اڪبر ٿي ويندو)(2)

سماحتہ الشيخ ابن باز ، حامد الفقي جي فتح المجيد تي لڳايل حاشئي تي تبصرو ڪندي ارشاد فرمايو تہ:

”صحيح ڳالهہ اها آهي تہ تعويذ لٽڪائڻ دين سان مذاق نہ بلڪ شرڪ اصغر آهي ۽ جاهليت جهڙو آهي ۽ تعويذ پائيندڙ جي دلي جذبن ۽ اعتقاد مطابق ڪڏهن شرڪ اڪبر بہ ٿيو وڃي. مثال طور جيڪڏهن هو، اهو عقيدو رکي تہ اهو تعويذ الله تعاليٰ جي مرضيءَ کان سواءِ نفعو نقصان پهچائي ٿو تہ

---

1 ڏسو تيسير العزيز الحميد ص ١٥۴، ١٥٨، ١٦٢

2 مجموعہ فتاويٰ ابن باز ٣٨۴/٢

اهو شرڪ اڪبر آهي، پر جيڪڏهن هو اهو عقيدو رکندو هجي تہ اهو تعويذ بري نظر يا جن وغيره کان بچائڻ لاءِ هڪڙو سبب آهي تہ اهو شرڪ اصغر آهي، چو تہ الله تعاليٰ انهن تعويذن کي سبب نہ بنايو آهي، بلڪ ان جي ابتڙ انهن کان روڪيو آهي ۽ رسول الله ﷺ جي زبان مبارڪ سان اهو پڌرو ڪري ڇڏيو آهي تہ اهو شرڪ آهي ۽ اهو رڳو ان ڪري جو تعويذ پهريندڙ جو ڌيان ان ڏانهن مرڪوز ٿيو وڃي ٿو ۽ ان جي دل انهن تعويذن سان وابستہ ٿيو وڃي."(1)

شيخ حافظ حڪمي شعر ۾ بيان ڪري ٿو تہ:

وان تــكن مما سوااالوحيين

فانهـــا شرک بغير مـــين

بل انـــها قســـــــميه الازلام

في لبعدعن سيما اولي الاسلام

يعني جيڪڏهن تعويذ ٻنهي قسم جي وحي، (يعني قرآن ۽ سنت) کان ڌار هجن تہ بيشڪ اهي شرڪ آهن، بلڪ ازلام (جاهليت جي دور جي فال جي تيرن) وانگر مسلمانن جي طور طريقي کان پري آهن.

شرح: يعني جيڪڏهن تعويذ، قرآن ۽ حديث کان سواءِ يهودين، هيڪل جي پوڄارين، ستاره پرستن، ملائڪن جي عبادت ڪندڙن، جنن جي مدد حاصل ڪرڻ وارن جو ناهيل طلسم هجي يا ريني، ڏند ۽ لوه جي ڇلي وغيره جو تعويذ هجي، اهو بيشڪ شرڪ آهي. اهو نہ ڪو جائز سببن مان آهي، نہ ئي معروف دوائن مان آهي، بلڪ بت پرستن وانگر تعويذ پهريندڙ جو انهن جي باري ۾ سڪٺو عقيدو آهي تہ اهي پنهنجي ذاتي خاصيتن سان فلاڻين فلاڻين بيمارين کي ٽاريندا آهن، بلڪ انهن تعويذن جي نوعيت انهن تيرن جهڙي

(1) حاشيہ فتح المجيد ص ١٣٣

آهي، جن مان جاهليت وارا ڪفر جي حالت ۾ فال ڪيندا هئا. (جنهن ڪي شريعت ۾ ازلام چوندا آهن)

اهو (ازلام) ٽن تيرن تي مشتمل هوندا آهن جن مان هڪ تي ”افعل“ (يعني ڪر) لکيل هوندو هو، ٻئي تي ”لاتفعل“ (يعني نہ ڪر) لکيو هوندو هو ۽ ٽئين تي ”غفل“ لکيو هوندو هو. جڏهن ڪين ڪو اهم ڪم ڪرڻو هوندو هو تہ انهن مان هڪ تير ٿيلهي مان ڪيندا هئا. جيڪڏهن ان تير تي ”افعل“ لکيل هوندو هو تہ ڪم ۾ لڳي ويندا هئا، پر جيڪڏهن ”لاتفعل“ لکيل هوندو هو تہ ان ڪم جو ارادو ختم ڪري ڇڏيندا هئا، پر جيڪڏهن ٽئي قسم جو تير، جنهن تي ”غفل“ لکيل هوندو هو تہ اهي ٻيهر فال وجهندا هئا. (تعويذ بہ ائين ئي آهي) الله جو شڪر آهي جو هن، اسان مسلمانن کي ان جو بهتر بدل ڏنو آهي، يعني استخاري واري نماز ۽ ان جي مخصوص دعا کي مشروع ڪيو آهي.“[1]

---

[1] استخاري جو مطلب ۽ ان جو طريقو اهو آهي تہ ماڻهو جڏهن ڪو اهڙو جائز ڪم ڪرڻ جو ارادو ڪري، جنهن جي چڱي بري هجڻ جو پتو نہ هجي تہ الله تعالىٰ کان ان ڪم ۾ خير ۽ برڪت طلب ڪرڻ ۽ ان جي شر کان بچڻ لاءِ پهرين بہ رڪعتون نفل استخاري جي نماز جي نيت سان پڙهي، ان بعد هيءَ استخاري جي دعا پڙهي: ”اللهم اني استخيرک بعلمک، واستقدرک بقدرتک، واسائلک من فضلک العظيم، فانک تقدر ولا اقدر، وتعلم ولا اعلم، انت علام الغيوب، اللهم ان کنت تعلم ان هذا الامر خير لي في ديني ومعيشتي وعاقبت امري، عاجله او اجله، فاقدره لي ويسره لي، وبارک لي في، وان کنت تعلم ان هذا الامر شر لي في ديني و معيشتي و عاقبت امري، عاجله او اجله، فاصرفه عني، واصرفني، واقدرلي الخير حيث کان ثم ارضني“

يعني ”اي الله! آئون تنهنجي علم جي حوالي سان توکان ڀلائي گهران ٿو، تنهنجي قدرت جي حوالي سان توکان طاقت مڃيان ٿو ۽ تنهنجي فضل عظيم لاءِ توکي ٻاڏايان ٿو. تون وس وارو آهي، آئون بيوس آهيان، تون ڄاڻين ٿو، آئون اڻڄاڻ آهيان ۽ تون غيب جي خبر رکندڙ آهين. اي الله! تون منهنجي هن ڪم ۾ (هتي ڪم جو نالو وٺبو، جنهن جو ارادو ڪيل هجي) منهنجي لاءِ منهنجي دين ۾، منهنجي دنيا ۾، منهنجي آخرت ۾، ۽ انجام ڪار دير يا سوير منهنجي ڀلائي ڄاڻي ٿو تہ ان کي منهنجو مقدر بڻاءِ ۽ ان کي منهنجي لاءِ آسان ڪر ۽ ان ۾ برڪت عطا ڪر ۽ جيڪڏهن هن ڪم کي مون لاءِ نقصانڪار سمجهين ٿو تہ منهنجي دين ۾، منهنجي دنيا ۾، منهنجي آخرت ۽ انجام ڪار دير يا سوير تہ هن ڪم کي مون کان دور ڪري ڇڏ ۽ مونکي ان کان پري هٽائي ڇڏ ۽ ڀلائي جتي بہ هجي، ان کي منهنجو مقدر فرماءِ، پوءِ مونکي ان تي راضي رک.

حاصل ڪلام اهو تہ اهڙا تعويذ جيڪي قرآن ۽ سنت مطابق نہ هجن، اهي انهن تيرن وانگر آهن، جو تہ انهن جي استعمال ۾ فاسد عقيدي ۽ شريعت جي مخالفت جو دخل آهي ۽ اهو مسلمانن جو طريقو نہ آهي، جو تہ خالص توحيد جا علمبردار اهڙي قسم جي عقيدي کان پاڪ هوندا آهن، ۽ انهن جي دلين جو پڪو ايمان، انهن شين جي آميزش کان مٿاهيون هونديون آهن، ۽ موحدَ پنهنجي پختي يقين جي ڪري غير الله تي توڪل ۽ ڀروسو ڪرڻ کان پري رهندا آهن.(1)

منهنجي خيال ۾ انهن دليلن ۽ عالمن جي فتوائن مان اها ڳالهہ پڌري ٿيو وڃي ٿي تہ تعويذ ۽ ان جهڙين شين تي تيستائين ڪو حڪم نہ ٿو لڳائي سگهجي، جيستائين انهن ڪي استعمال ڪندڙ جي حالت ۽ خود تعويذن جي نوعيت جو بغور مطالعو نہ ٿو ڪري ونجي. اهو بہ ڌيان ۾ رهي تہ شرڪ اصغر کي رڳو شرڪ اڪبر جي نسبت سان اصغر چيو ويو آهي، پر حقيقت ۾ اها بہ ڪا معمولي شيءِ نہ آهي. شرڪ اصغر تہ گناهہ ڪبيره کان بہ وڏو گناهہ آهي، جيئن حضرت عبدالله بن مسعود فرمايو تہ: ”لان احلف بالله كاذبا احب الي من ان احلف“ يعني ”الله جو ڪوڙو قسم کڻڻ منهنجي لاءِ ان ڳالهہ کان بهتر آهي تہ مان غير الله جو سچو قسم کڻان.“(2)

---

ان بعد الله تي ڀروسو ڪري ڪم شروع ڪري ڇڏي تہ انشاءَ الله خير ۽ برڪت نصيب ٿيندي ۽ نقصان ۽ خطرن کان نجات ملي ويندي. (بخاري ڪتاب التهجد، ٻہ ٻہ رڪعتون نفل پڙهڻ وارو باب ۽ ڪتاب التوحيد، ترمذي ۾ استخاري جي نماز وارو باب، نسائي ڪتاب النڪاح، استخاري وارو باب حديث ٣٢٥٥، ابن ماجہ ڪتاب اقامت صلاه، استخاري واري نماز وارو باب حديث ١٣٨٣، احمد حديث ٣١٧٦، معالم السنن مع ابودائود ١٨٨/٢) (م م)

1 معارج القبول للحڪمي ٣٨٤/١

2 مصنف عبدالرزاق ٤٦٩/٨، ۽ مجمع الزوائد ١٧٧/٤ ۾ روايت ڪئي آهي ۽ چيو آهي تہ طبرانيءَ ”الڪبير“ ۾ ان جي روايت ڪئي آهي ۽ ان جا راوي صحيح آهن.

حضرت ابن عباس فرمائي ٿو تہ ”آئون هڪ سو ڀيرا الله جو قسم کڻان ۽ ٽوڙي ڇڏيان، اهو ان کان بهتر آهي تہ غير الله جو قسم کڻان ۽ ان کي پورو ڪريان. نووي مع مسلم ١١٨/٦ (م م)

شيخ سليمان بن عبدالله بن محمد بن عبدالوهاب فرمائي ٿو تہ حضرت ابن مسعود ، الله جو ڪوڙو قسم کڻڻ کي غير الله جو سچو قسم کڻڻ تي ترجيح ڏني آهي، ان ڪري جو الله جو قسم کڻڻ توحيد آهي ۽ غير الله جو قسم کڻڻ شرڪ آهي. جيتوڻيڪ غير الله جي قسم ۾ سچائي آهي، پر توحيد جو عقيدو اهڙي سچ ڳالهائڻ جي مقابلي ۾ وڏي نيڪي آهي ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ، شرڪ کان ننڍڙو گناهہ آهي، ان جو ذڪر شيخ الاسلام (ابن تيميہ) ڪيو آهي.

حضرت عبدالله بن مسعود جو قول هن ڳالهہ جي دلالت ڪري ٿو تہ غير الله جو سچو قسم کڻڻ، يمين غموس (يعني اهڙو ڪوڙو قسم، جنهن سان غداري ڪرڻ جو ارادو دل ۾ هجي) کان ۽ شرڪ اصغر، گناهہ ڪبيره کان وڏو گناهہ آهي.(١)

شيخ محمد بن عبدالوهاب "چلو ۽ ڌاڳو وغيره مصيبت روڪڻ يا ٽارڻ لاءِ پائڻ شرڪ آهي" واري باب ۾ مستنبط مسئلن ۾ اصحابي سڳورن جي حوالي سان اهو بہ ذڪر ڪيو آهي تہ ننڍي ۾ ننڍو شرڪ، وڏي ۾ وڏي گناهہ کان بہ وڏو گناهہ آهي.(٢)

ٻيو تہ شرڪ اصغر جي خطرناڪ هجڻ تي اهي آيتون ۽ حديثون بہ دلالت ڪن ٿيون، جن ۾ شرڪ تي (پڇاڙي ۽ سزا ڏيڻ) جا وعدا ڪيا ويا آهن، ڇو تہ انهن ۾ شرڪ اصغر ۽ اڪبر ٻنهي جو ذڪر آهي. اهو ئي سبب آهي جو سلف صالحين شرڪ اڪبر تي دلالت ڪندڙ آيتن مان شرڪ اصغر تي بہ استدال ورتو آهي، جيئن حضرت ابن عباس ۽ حضرت حذيفہ کان ثابت آهي.(٣) جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ:

وَمَن يُشْرِكْ بِاللّهِ فَقَدِ افْتَرَى إِثْمًا عَظِيمًا (**النساء**: ۴۸)

---

١ تيسر العزيز الحميد ص ۵۹۴

٢ القول السديد ص ٣٦

٣ ڏسو تيسر العزيز الحميدي ص ۱۵۴ کان ١٦۴

ترجمو: الله سان جنهن بہ ڪنهن ٻئي کي شريڪ ڪيو، ان تمام وڏو ڪوڙ ڳالهايو ۽ اها تمام وڏي گناهہ جهڙي ڳالهہ آهي. (النساءِ ۴۸)

ان الشرک لظلم عظیم (لقمان: ۱۳)

**ترجمو: بيشڪ شرڪ تمام وڏو گناہ آهي.**

اهو بيان شرڪ اصغر ۽ شرڪ اڪبر ٻنهي تي لاڳو ٿئي ٿو. وري گناهہ ڪبيره جي جواب ۾ رسول الله ﷺ جو فرمان "ان تعجل لله ندا و هو خلقک" يعني "توهان الله جو ڪو شريڪ بنائيندو، جڏهن تہ ان ئي توهان کي پيدا ڪيو آهي." (بخاري ۴۹۱/۱۳) اهو بيان بہ ٻنهي قسمن جي شرڪ سان لاڳو آهي. جيئن حضرت ابن عباس "اندادا" جو تفسير شرڪ اصغر سان ڪيو آهي، جيئن شرڪ في الاسباب واري بيان ۾ اچي چڪو آهي.

ان مان پتو پوي ٿو تہ ابن عباس نصي آيتن جو تعلق شرڪ اڪبر ۽ شرڪ اصغر، ٻنهي سان سمجهي ٿو.

شرڪ اصغر جي خطرناڪ هجڻ تي اها حديث بہ دلالت ڪري ٿي، جنهن ۾ اهو ذڪر آهي تہ قيامت جي ڏينهن شرڪ اصغر ڪندڙ جو سڀ کان پهرين پچاڻو ٿيندو، جيئن حضرت ابوهريره کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو تہ: "قيامت جي ڏينهن سڀ کان پهرين جنهن ماڻهوءَ جو فيصلو ٿيندو، اهو شهيد هوندو. ان کي آندو ويندو، پوءِ الله تعاليٰ کيس پنهنجين نعمتن کان واقف ڪندو، تانت هو انهن نعمتن کي چڱيءَ طرح سڃاڻي وٺندو. (يعني دنيا ۾ حاصل ڪيل نعمتون کيس ياد اچي وينديون.) پوءِ الله تعاليٰ فرمائيندو تو انهن نعمتن جو ڇا ڪيو؟ هو جواب ڏيندو تہ مون تنهنجي واٽ ۾ جهاد ڪيو، ايستائين جو شهيد ٿي ويس. الله تعاليٰ فرمائيندو تہ تون ڪوڙ پيو ڳالهائين، بلڪ تون ان ڪري وڙهئين تہ جيئن توکي بهادر چيو وڃي، اهو توکي مڃيو ويو. پوءِ حڪم ڏنو ويندو ۽ هن کي منهن ڀر گسرائيندي دوزخ ۾ ڦٽو ڪيو ويندو. ان

بعد ٻيو ماڻهو اهو هوندو، جنهن علم سکيو ۽ ٻين کي سيکاريو هوندو ۽ قرآن شريف بہ چڱيءَ طرح پڙهيو هوندو. ان کي آندو ويندو، الله تعاليٰ ان کي پنهنجيون نعمتون ياد ڏياريندو، ايستائين جو هو چڱيءَ طرح سڃاڻي وٺندو. پوءِ الله تعاليٰ فرمائيندو تہ تون انهن نعمتن جو ڇا ڪيو؟ هو وراڻيندو تہ مون علم سکيو، ماڻهن کي سيکاريو ۽ تنهنجي لاءِ قرآن بہ پڙهيو. الله تعاليٰ چوندو تہ تون ڪوڙ پيو ڳالهائين، تو علم ان لاءِ سکيو هو تہ جيئن توکي عالم سمجهيو وڃي، قرآن ان لاءِ پڙهئي تہ جيئن توکي قاري ڪوٺيو وڃي، سو توکي ڪوٺيو ويو. پوءِ حڪم ڏنو ويندو ۽ هن کي منهن ڀر گسرائيندي دوزخ ۾ وڌو ويندو. ٽيون ماڻهو اهو هوندو، جنهن کي الله تعاليٰ خوب نوازيو هوندو ۽ ڪيس طرحين طرحين مال ۽ دولت ڏني هوندي. الله تعاليٰ ڪيس پنهنجين نعمتن کان آگاهہ ڪندو، تانت هو سڃاڻي وٺندو. (يعني دنيا ۾ حاصل ڪيل نعمتون ڪيس ياد اچي وينديون.) پوءِ الله تعاليٰ چوندو تہ تو انهن نعمتن جو ڇا ڪيو؟ هو وراڻيندو تہ مون اهڙي ڪابہ واٽ نہ ڇڏي، جنهن تي توکي خرچ ڪرڻ پسند هجي، پوءِ مون ان تي خرچ نہ ڪيو هجي. الله تعاليٰ چوندو تہ تون ڪوڙ پيو ڳالهائين، بلڪ تو اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري ڪيو هو تہ جيئن توکي ڏاتار (فياض) سمجهيو وڃي، سو اهو توکي چيو ويو. پوءِ حڪم ٿيندو ۽ هن کي منهن ڀر گسرائيندي جهنم ۾ وڌو ويندو.“[1]

جيڪڏهن ڪنهن عمل سان بنيادي طور تي شرڪ اصغر شامل رهيو تہ اهو عمل ٺي رائيگان ۽ بيڪار آهي، جيئن رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ ”انا اغني الشرکاءِ عن الشرک، من عمل عملا اشرک معي فيه غيري ترکته و شرکه“[2] يعني ”مان سمورن ڀائيوارن جي مقابلي ۾ پنهنجي حصي کان وڌيڪ بي نياز آهيان،

[1] صحيح مسلم مع شرح نووي ١٣/٥٠

[2] مسلم مع شرح نووي، ڪتاب الزهد ١٨/١١٥

جنهن کو اهڙو عمل ڪيو، جنهن ۾ مون سان گڏ ڪنهن غير کي به شريڪ ڪري ڇڏيو ته مان ان کي ۽ سندس شرڪ کي ڇڏي ڏيندو آهيان.“

حضرت ابوهريره کان روايت آهي ته هڪ ماڻهوءَ سوال ڪيو ته يا رسول الله صہ! ڪو ماڻهو دنياوي فائدي لاءِ جهاد جو ارادو ڪري ته ؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته ”لا اجر لہ“ ان لاءِ ڪو اجر ڪونهي) ان ماڻهوءَ ٽي ڀيرا ساڳيو سوال پڇيو، پاڻ سڳورن هر ڀيري ساڳي ورندي ڏني ته ”لا اجر له“ (ان لاءِ ڪو به اجر ڪونهي)([1])

حضرت ابو امامہ باهلي جي بيان ڪيل حديث ۾ آهي ته ڪو ماڻهو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول الله ﷺ! ان باري ۾ توهان جو ڪهڙو خيال آهي جو ڪو ماڻهو ثواب ۽ ناماچاري بئي حاصل ڪرڻ لاءِ جهاد ڪري ته ان کي ڇا ملندو؟ پاڻ سڳورن ﷺ وراڻيو ته ”لا شيءِ له“ (ڪيس ڪجهه به نه ورندو) هن ٽي ڀيرا پنهنجو سوال ورجايو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ هر ڀيري اهو ئي چوندا رهيا ”لا شيءِ له“ (ڪيس ڪجهه به نه ورندو) پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: ”ان الله لا يقبل من العمل الا ما كان له خالصا، وابتغي به وجه“ يعني ”الله تعاليٰ رڳو اهو عمل قبول ڪندو اهي، جيڪو خالص سندس لاءِ هجي ۽ ان عمل جو مقصد رڳو ڪيس ئي راضي ڪرڻ هجي.“([2])

---

[1] حاڪم ۸۵/۲ ۾ ان کي صحيح ڪوٺيو آهي ۽ امام ذهبيءَ ان سان سهمت ڪئي آهي. مسند احمد ۲۹۰/۲، بيهقي ۱٦۹/۹، ابودائود ۳۱/۳، حديث نمبر ۵۱٦ ۽ البانيءَ صحيح ابودائود ۴۸۸/۲ تي ان کي حسن قرار ڏنو آهي.

[2] سنن نسائي ۲۵/٦، ۽ دَوسريءَ ”النهج“ صفحو ۲۰۸ تي ان کي حسن ڪوٺيو آهي ۽ حديث جي انهن عالمن جو ذڪر ڪيو اٿس، جن ان حديث کي حسن ڪوٺيو آهي.

## فصل ٽيون

### قرآني آيتن ۽ ماثور دعائن مان ٺهيل
### تعويذ ۽ انهن بابت حڪم

تعويذن جو حڪم الله جي ڪتاب ۽ رسول الله ﷺ جي سنت ۽ اصحابي سڳورن جي فتوائن جي روشنيءَ ۾ بيان ٿي چڪو آهي ته انهن کي پائڻ، تعويذ ۽ تعويذ پائيندڙ جي حال ۽ نوعيت مطابق يا ته شرڪ اڪبر آهي يا شرڪ اصغر آهي. ان حڪم جي سلسلي ۾ ڪوبه قابل ذڪر اختلاف ڪونهي. البته قرآني آيتن ۽ ماثور دعائن (نبي ڪريم ﷺ کان روايت ڪيل دعائن) مان مرتب ڪيل تعويذ جي باري ۾ عالمن جي هڪ جماعت جي راءِ اها آهي ته اهڙا تعويذ ممنوع نه آهن، بلڪ اهڙا تعويذ پائڻ جائز آهن. انهن عالمن ۾ سعيد بن مسيب، عطاءِ، ابو جعفر باقر، امام مالڪ رحمة الله عليهم شامل آهن. ان کان سواءِ امام احمد جي هڪ روايت ۽ ابن عبدالبر، بيهقي ۽ قرطبي جو قول به ساڳيو آهي. امام ابن تيميه، ابن قيم ۽ ابن حجر رحمهم الله جو ظاهري قول به ساڳيو ٿو معلوم ٿئي، پر ڪيترن ئي اصحابي سڳورن ۽ پوءِ جي عالمن جو خيال آهي ته قرآن ڪريم ۽ ماثور دعائن (نبي ڪريم ﷺ کان روايت ڪيل دعائن) جو تعويذ پائڻ جائز نه آهي. انهن عالمن ۾ حضرت ابن مسعود، ابن عباس، حذيفه، عقبه بن عامر ۽ ابن عڪيم رضي الله عنهم شامل آهن. ان کان سواءِ ابراهيم نخعي، امام احمد جي هڪ روايت، ابن العربي، شيخ عبدالرحمٰن بن حسن آل شيخ، شيخ سليمان بن عبدالله بن محمد بن عبدالوهاب، شيخ عبدالرحمٰن بن سعدي، حافظ حڪمي ۽ حامد الفقي رحمهم

الله شامل آهن. انهن کان سواءِ موجوده دور جي عالمن مان شيخ الباني ۽ شيخ عبدالعزيز ابن باز رحمهم الله  بہ انهن ۾ شامل آهن.[1]

قرآن ۽ حديث وارن تعويذن کي جائز ڪوڻ وارن جي دليلن جو تت اهو آهي تہ:

١. پهريون دليل الله تعاليٰ جو اهو فرمان آهي تہ:

وَنُنَزِّلُ مِنَ الْقُرْآنِ مَا هُوَ شِفَاء وَرَحْمَةٌ (الاسراء:٨٢)

ترجمو: اسان هن قرآن نازل ڪرڻ دوران اهو ڪجھ نازل ڪري رهيا آهيون، جيڪو مجڻ وارن لاءِ شفا ۽ رحمت آهي.

٢. ٻيو دليل حضرت عائشہ رضي الله تعالىٰ عنها  جو اهو قول آهي تہ:

”ان التميمه ما علق قبل البلاءِ لا بعده“[2]

يعني ”منع ٿيل تعويذ اهو آهي، جيڪو مصيبت نازل ٿيڻ کان اڳ پاتو وڃي، نہ ڪي اهو، جيڪو مصيبت نازل ٿيڻ کان پوءِ.

٣. ٽيون دليل حضرت عبدالله بن عمرو  جو اهو عمل آهي تہ پاڻ پنهنجن نابالغ ٻارڙن جي ڳلي ۾ دعاءِ فزغ (جو تعويذ) وجهي ڇڏيندا هئا ۽ اهو هن طرح آهي تہ:

”بسم الله، اعوذ بڪلمات الله التامات من غضبه و عقابه و شر عباده و من همزات الشيطان و ان يحضرون“[3]

---

[1] انهن عالمن جا قول ۽ فتوائون هينين ڪتابن ۾ ڏسي سگهجن ٿيون. مصنف ابن ابي شيبہ، ڪتاب الطب ٣٧٤/٧ ۽ ان کان پوءِ جا صفحا، سنن بيهقي ٢١٦/٩ ۽ ان کان پوءِ جا صفحا، مستدرڪ حاڪم ٢١٦/٤ ۽ ان کان پوءِ جا صفحا، تيسر العزيز الحميد ص ١٦٨، ١٧٤، سلسلہ احاديث صحيحہ ٥٨٥/١، القول السديد ص ٣٨، معارج القبول ٣٨٢/١ ۽ فتاويٰ شيخ ابن باز ٨٢٠/١

[2] بيهقي ٣٥١/٩، مستدرڪ ٢١٧/٤

[3] منسد احمد ١٨١/٢، مستدرڪ حاڪم ٥٤٨/١، ترمذي حديث نمبر ٣٥٢٨ ۽ ترمذيءَ ان کي حسن ڪوٺيو آهي، ابودائود حديث نمبر ٣٨٩٣

يعني "بسم الله، آئون پناهہ گهران ٿو الله جي ڪلام تام جي، ان جي غضب ۽ عقاب کان ۽ سندس ٻانهن جي شر کان ۽ شيطانن جي وسوسن کان ۽ انهن جي مون وٽ اچڻ کان."

اهي آهن قرآن ۽ حديث وارن تعويذن کي جائز ڪوٺڻ وارن جا دليل.

باقي ٻچيا ٻين قولن جا قائل، جيڪي قرآن ۽ حديث جي دعائن وارا تعويذ پهرڻ کان منع ڪن ٿا، انهن کي پهرين ڏر جي انهن دليلن ۾ ڪا حجت نظر نہ ٿي اچي، ڇو تہ:

١. آيت جو بيان اڻ ڇٽو آهي (يعني ان ۾ شفا ۽ علاج جو طريقو نہ ٻڌايو ويو آهي) بلڪ قرآن ذريعي علاج ڪرڻ جو طريقو رسول الله ﷺ ٻڌايو آهي ۽ اهو آهي ان جي تلاوت ڪرڻ ۽ ان جي حڪمن تي عمل ڪرڻ. ٻيو تہ رسولالله ﷺ کان قرآن جو نهيل تعويذ پهرڻ جي باري ۾ ڪا بہ روايت نہ آئي آهي، بلڪ اصحابي سڳورن کان بہ ان سلسلي ۾ ڪا روايت بيان ڪيل ڪانهي.

٢. ٻيو تہ حضرت عائشہ رضي الله عنها جو قول بہ اڻ ڇٽو آهي، ان ۾ قرآن واري تعويذ جي ڇٽائي ڪيل نہ آهي، بلڪ رڳو ايترو بيان ڪيل آهي تہ "منع ٿيل تعويذ اهو آهي، جيڪو مصيبت نازل ٿيڻ کان اڳ پاتو وڃي، نہ ڪي مصيبت نازل ٿيڻ کان پوءِ." جيئن تہ سندس قول اڻ ڇٽو آهي، تنهنڪري مان مناسب نہ ٿو سمجهان تہ رڳو انهن روايتن جي بنياد تي ساڻن قرآن جو تعويذ پائڻ جو جواز منسوب ڪيو وڃي.

٣. باقي ٻچيو عبدالله بن عمرو سان منسوب عمل! تہ اهو محمد بن اسحاق جي <u>عنعنہ ۽ سندن مدلس</u> هجڻ جي ڪري صحيح نہ آهي.[1]

شيخ محمد حامد الفقي عبدالله بن عمرو واري روايت تي ٽيڪاٽپڻي ڪندي چوي ٿو تہ: "ان روايت جي سند ضعيف آهي، ٻيو تہ ان مفهوم تي دلالت بہ نہ ٿي ڪري، ان ڪري جو هن روايت ۾ آهي تہ عبدالله بن

[1] ڏسو سلسلہ احاديث صحيحہ ٥٨٥/١، النهج السديد ص ١٦١ ۽ صحيح ابو دائود ٣٧٤/٢

عمرو رضہ پنهنجن وڏن ٻارڙن کي اها دعا ياد ڪرائيندو هو ۽ ننڍن ٻارڙن کي تختيءَ تي لکي انهن جي ڳلي ۾ لٽڪائي ڇڏيندو هو.“ هن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اها تختي ٻارڙن جي ڳلي ۾ دعا ياد ڪرڻ لاءِ لٽڪائيندو هو، نہ ڪي تعويذ طور پارائيندو هو. ٻيو تہ تعويذ ڪاغذ تي لکيو ويندو آهي، نہ ڪي تختيءَ تي. ٿيون تہ وڏن ٻارن کي اها دعا ياد ڪرائڻ بہ ان جو هڪ دليل آهي.“[1]

جيڪڏهن اصل ڳالهہ اها آهي تہ پوءِ پهرين ڌر جي قول جي ڪا حجت قائم ڪرڻ ناهي.

باقي بچي ٻي ڌر، يعني قرآن ۽ حديث جا تعويذ پائڻ کان بہ منع ڪرڻ وارا تہ انهن جا ڏنل دليل هيٺ پيش ڪجن ٿا.

١. پهريون دليل اهو آهي تہ تعويذن جي باري ۾ منع ٿيڻ جو نازل ٿيل حڪم عام آهي، ان سلسلي ۾ حرمت جا دليل پنيان بيان ڪري آيا آهيون ۽ شريعت ۾ ان عام معنيٰ کان هٽي ڪري ٻي ڪا بہ ڳالهہ بيان ڪيل نہ آهي. تنهنڪري اهو حڪم عموم تي باقي آهي.

٢. ٻيو دليل اهو آهي تہ جيڪڏهن اهو عمل شرعي هجي ها تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان جو ذڪر ڪن ها، جيئن ”رقيہ“ يعني دعا پڙهي ڦوڪڻ جو حڪم بيان فرمايو اٿن ۽ شرڪيہ ڪلام نہ هجڻ جي صورت ۾ ان جي اجازت ڏني اٿن، جيئن فرمايو اٿن تہ:

”اعرضوا علي رقاڪم، لا باس بالرقي ما لم يڪن فيها شرڪ“

يعني: ”توهان مونکي پنهنجي ڦوٽن ڦيٽن جا جملا ٻڌايو، جيڪڏهن انهن ۾ شرڪ نہ آهي تہ پوءِ ڪو اعتراض ڪونهي.“[2]

پر تعويذن جي باري ۾ پاڻ سڳورن ﷺ اهڙي قسم جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي. (ان مان پتو پوي ٿو تہ ڪنهن بہ قسم جو تعويذ جائز نہ آهي.)[1]

---

[1] حاشيہ فتح المجيد ص ١٣٢

[2] مسلم مع نووي، ڪتاب السلام، باب لاباس بالرقي مالم يڪن فيہ شرڪ (١٨٤/١٤)

٣. ٽيون دليل اصحابي سڳورن جون اهي فتوائون آهن، جيڪي تعويذ جي منع ٿيڻ جي سلسلي ۾ اچي چڪيون آهن ۽ جن جي ابتڙ منسوب ٿيل قول (روايت ۽ درايت جي لحاظ کان) صحيح نہ آهن، ڇو تہ اصحابي سڳورا، پاڻ سڳورن ﷺ جي طريقي کي ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڄاڻندا هئا ۽ انهن وانگر ئي تابعي بزرگن بہ، جيئن ابراهيم نخعي عام لفظن ۾ ارشاد فرمايو آهي تہ: ”اهي (يعني اصحابي سڳورا ۽ تابعي) هر قسم جي تعويذ کي مڪروه سمجهندا هئا، ڀلي اهي قرآن منجهان هجن، يا غير قرآن مان.“[٢]

شيخ عبدالرحمٰن بن حسن جو بيان آهي تہ: ”ابراهيم نخعي جو اشارو عبدالله بن مسعود جي شاگردن، جهڙوڪ علقمہ، اسود، ابووائل، حارث بن سويد، عبيده سلماني، مسروق، ربيع بن خثيم ۽ سويد بن غفلہ وغيره ڏانهن آهي. اهي بزرگ وڏن تابعين مان آهن ۽ ابراهيم نخعي انهن بزرگن جا قول بيان ڪرڻ لاءِ اهو ئي طريقو اختيار ڪندو هو، جيئن حافظ عراقيءَ ان جي وضاحت ڪئي آهي.“[٣]

---

[١] شرڪيہ ٽوٽڻ ڦيٽڻ کان بچڻ لاءِ ڪجهہ شرط لڳايا آهن، جيئن حافظ ابن حجر رضہ لکيو آهي تہ سمورن عالمن جو اجماع آهي تہ ٽن شرطن تي ٽوٽا ڦيٽا جائز آهي، پهريون شرط اهو تہ جيڪي ڪجهہ پڙهيو وڃي، اهو الله جو ڪلام يا ان جا نالا ۽ صفتون هجن، ٻيو اهو تہ عربي زبان ۾ هجن، ٽيون اهو تہ اهو عقيدو هجي تہ عقيدو اهو هجي تہ اهي شيون بذات خود فائدو نہ ٽيون رسائي سگهن، جيستائين الله تعاليٰ جو حڪم نہ هجي. (فتح الباري ١٩٥/١٠) (سنڌيءَ جي مشهور شاعر حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحہ جو هڪ شعر توحيد جي اعليٰ مثال طور هتي پيش ڪجي ٿو، جنهن ۾ تعويذ وغيره تہ ڀري جي ڳالهہ، خود فطري اسباب مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ بہ الله جي رضا لازمي قرار ڏنل آهي. شاهہ لطيف رحہ فرمائي ٿو تہ:

تون حبيب، تون طبيب، تون دارون ڪي دردن،
تون ڏئين، تون لاهئين، ڏاتر! ڪي ڏکندن،
تڏهن ڦڪيون فرق ڪن، جڏهن امر ڪريو ان ڪي.

يعني اي الله! حبيب بہ تون، طبيب بہ تون، دردن جو دارون بہ تون ئي آهين. اگهن کي اگهايون بہ تون ٿو ڏين تہ انهن کي شفاياب پڻ تون ٿو ڪرين. ڦڪيون بہ مريض کي تڏهن ٽيون افاقو ڪن، جڏهن تون انهن کي حڪم ٿو ڪرين - سنڌيڪار)

[٢] مصنف ابن ابي شيبہ ٣٧٤/٧

[٣] فتح المجيد ص ١٣٨

۴. چوٿون دليل اهو آهي تہ فساد جو خاتمو شرعي طور تي ڪرڻ واجب آهي تہ جيئن شرڪيہ تعويذ، قرآني تعويذن سان ايترو خلط ملط نہ ٿي وڃن جو شڪ جي ڪري شرڪيہ تعويذن کان بہ روڪڻ مشڪل ٿي وڃي. شيخ حڪمي فرمائي ٿو تہ:

”بيشڪ انهن قرآني تعويذن کان روڪڻ ئي غلط اعتقاد کي روڪڻ لاءِ وڏيڪ اثرائتو ٿي سگهي ٿو، خاص ڪري اڄڪلهہ جي دور ۾، ڇو تہ اصحابين ۽ تابعين جڏهن پنهنجي صاف سٿري زماني ۾ انهن کي مڪروه سمجهيو، جڏهن تہ ايمان انهن جي دلين ۾ جبلن وانگر ڪُٽل هو، تڏهن هن فتنن سان ڀريل دور ۾ انهن تعويذن کي مڪروه قرار ڏيڻ وڏيڪ بهتر ۽ واجب آهي ۽ ڇو نہ هجي، جڏهن تہ تعويذ جو ڪاروبار ڪرڻ وارا اهڙي اجازت جو وجهہ وٺي محرمات تائين پهچي چڪا آهن ۽ قرآني تعويذن کي انهن محرمات جو بهانو ۽ ذريعو بنائي رکيو اٿن. اهڙيءَ طرح جو اهي تعويذ ۾ هڪ آيت يا ڪا هڪ سوره يا رڳو بسم الله وغيره لکي ڇڏيندا آهن، پوءِ ان جي هيٺان شيطاني ذائچا بنائيندا آهن، جن کي رڳو اهي ماڻهو سمجهي سگهن ٿا، جيڪي انهن جي ڪتابن کان پليءَ پٽ واقف هوندا آهن. ٻيو تہ ان جي ذريعي اهي ماڻهن جي دلين کي توڪل علي الله کان هٽائي انهن لڪيل ذائچن سان جوڙي ڇڏيندا آهن، بلڪہ اڪثر تعويذن وارا ماڻهن کي هروڀرو بہ ڀيا ڊيڄاريندا آهن، جڏهن تہ انهن کي ڪا بيماري نہ هوندي آهي.

مثال طور اهڙو ماڻهو، جيڪو تعويذن جو ڪاروبار ڪندو آهي، جيڪڏهن ان کي خبر پئجي وڃي تہ فلاڻو ماڻهو سندس پرستار آهي تہ هو ان همراه جو مال هڙپ ڪرڻ لاءِ حيلا بهانا ڪندي کيس چوندو آهي تہ ڏس تنهنجي گهر ٻار يا مال يا خود توتي مصيبت اچڻ واري آهي، يا اهو چوندو آهي تہ تو تي جنن جو سايو آهي ۽ سندس آڏو شيطاني وسوسن بابت ڪي ڳالهيون ڪري کيس اهو يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ کيس، ساڻس

وڏي همدردي آهي ۽ هو سندس خيرخواه آهي. جڏهن ان سادڙي همراه جي دل ۾ ڏپ پوريءَ طرح ويهي ويندو آهي تہ هو پنهنجي پالڻهار کان منهن موڙي دل و جان سان ڏانهس متوجهہ ٿي ويندو آهي ۽ الله تعاليٰ کي ڇڏي ان جي پناهہ ۾ اچي ويندو آهي ۽ مٿس اعتماد ۽ ڀروسو ڪرڻ لڳندو آهي ۽ هن مڪار کان پڇي ويهندو آهي تہ آخر ان ايندڙ مصيبت مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو رستو ڪهڙو آهي؟ جڻ تہ نفعي ۽ نقصان جو مالڪ اهو ئي هجي! هاڻي هن ڦوروءَ کي سندس اميد پوري ٿيندي نظر ايندي هي ۽ سندس لالچي نگاهون، هن جي مال تي پونديون آهن، جيڪو اهو همراه خرچ ڪري سگهندو آهي. پوءِ هو چوندو آهي تہ جيڪڏهن تون مونکي هيترو هيترو مال ڏين تہ مان تنهنجي لاءِ هيڏو سارو تعويذ لکي ڏيان. پوءِ هو، ان تعويذ جون خاصيتون ٻڌائيندو اهي ۽ انهن مرضن جي نشاندهي ڪندو آهي، جن لاءِ اهو تعويذ فائديمند هوندو آهي.

ڇا توهان انهن حرڪتن کي اهڙي اعتقاد هوندي بہ شرڪ اصغر ڪوٺيندو؟ نہ، بلڪ اها غير الله جي تعظيم آهي، غير الله تي ڀروسو ڪرڻ آهي ۽ غير الله جي پناهہ وٺڻ آهي، بيوقوفن ۽ نااهلن جو سهارو وٺڻ آهي ۽ دين کان خارج ٿيڻ جو ڪارڻ آهي. ڇا شيطان اهڙي قسم جي حيلن تي شيطان جهڙن انسانن جي مدد کان سواءِ قابو پائي سگهي ٿو؟

قُلْ مَن يَكْلَؤُكُم بِاللَّيْلِ وَالنَّهَارِ مِنَ الرَّحْمَنِ بَلْ هُمْ عَن ذِكْرِ رَبِّهِم مُّعْرِضُونَ (الانبياء:۴۲)

ترجمو: اي محمد ﷺ انهن کي چئہ! ڪير آهي، جيڪو رات يا ڏينهن ۾ توهان کي رحمٰن کان بچائي سگهي؟ ڳالهہ اها آهي تہ اهي پنهنجي پالڻهار کان منهن موڙي رهيا آهن.

پوءِ هو ان ۾ پنهنجن شيطاني ذائچن سان گڏ ڪجهہ قرآني آيتون بہ لکي ٿو ۽ پائڻ واري ناپاڪائيءَ جي حالت ۾ بہ اهي پايو پيو هلندو آهي. ننڍي وڏي هر قسم جي نجاست هوندي بہ قرآن ساڻس گڏ هوندو آهي. هو ڪنهن بہ

شيءِ کان ان کي محفوظ رکڻ جي ڪوشش نہ ڪندو آهي. الله جو سُنهن! اسلام جي ڪنهن دشمن، الله جي ڪتاب جي اهڙي بيحرمتي نہ ڪئي هوندي، جهڙيءَ طرح اسلام جا دعويدار ملحد ڪري رهيا آهن.

الله جو سُنهن! قرآن نازل ٿيو تلاوت ڪرڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ، ان ۾ ڏنل حڪم بجا آڻڻ لاء ۽ منع ٿيل ڳالهين کان پاسو ڪرڻ لاءِ، ان ۾ ڏنل ڳالهين جي تصديق ڪرڻ ۽ ان ۾ جاٽايل حدن ۾ رکڻ لاءِ، ان ۾ ڏنل مثالن مان عبرت وٺڻ ۽ ان جي قصن مان نصيحت حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ ان تي ايمان آڻڻ لاءِ، ڇو تہ سچو قرآن اسانجي پالڻهار پاران نازل ٿيل آهي، پر انهن تعويذ وارن انهن سمورن مقصدن کي بي معني ڪري ڇڏيو ۽ قرآن شريف کي پٺ تي رکي ڇڏيو، رڳو قرآن جي شڪل کي سنڀالي رکيو تہ جيئن ان کي ڪائڻ ۽ ڪمائڻ جو ذريعو بنائين، اهڙن وسيلن جيان، جن سان حرام تہ نصيب ٿيندو، حلال ڪونہ ٿي سگهندو.

جيڪڏهن ڪو بادشاهہ يا امير پنهنجي ماتحت کي اهو پيغام موڪلي تہ هيئن ڪر، هيئن نہ ڪر، پنهنجن ماتحتن کي فلاڻي ڪم جو حڪم ڏي ۽ فلاڻي ڪم کان روڪ. هو اهو پيغام ملڻ بعد ان کي نہ ڪي پڙهي، نہ ئي ان ۾ ڏنل حڪمن تي غور و فڪر ڪري ۽ نہ ئي پنهنجن ماتحتن تائين اها نياپا پهچائي، جن جو کيس حڪم ڏنو ويو آهي، بلڪہ اهو نياپو ملندي ئي پنهنجي ڳچيءَ ۾ ڳاني ڪري وجهي يا ٻانهن ۾ ٻڌي ڇڏي ۽ ان ۾ موجود حڪمن کي ليکي بہ نہ تہ ڇا بادشاهہ يا حاڪم کيس ان حرڪت جي سزا ڪونہ ڏيندو؟ ان کان پڇا ڳاڇا نہ ڪندو؟ جڏهن هڪ بادشاهہ جي حڪم نہ مڃڻ جي سزا ايتري ٿي سگهي ٿي تہ پوءِ آسمانن ۽ زمين جي ان جبار ۽ قهار جي نازل ڪيل عظيم پيغام سان ناروا سلوڪ ڪرڻ جو ڪهڙو نتيجو نڪري سگهي ٿو، جنهن جو مثال آسمانن ۽ زمين ۾ سڀ کان اعليٰ آهي، جنهن لاءِ دنيا ۽ آخرت جون سموريون تعريفون آهن ۽ جنهن ڏانهن سمورا معاملا موٽايا ويندا.

تنهنڪري رڳو ان جي عبادت ڪريو ۽ ان تي ئي ڀروسو ڪريو. اهو ئي اسان لاءِ ڪافي آهي، ان کان سواءِ ڪير به عبادت جي لائق نہ آهي. ان تي ئي اسان ڀروسو ڪيو ۽ اهو ئي عرش جو مالڪ آهي.“[1]

٥. پنجون دليل اهو آهي تہ قرآن شريف جو تعويذ ٻڌڻ، قرآن شريف جي بيحرمتيءَ جو ڪارڻ آهي. مثال طور بيت الخلا وغيره ۾ اهڙو تعويذ پائي وڃڻ قرآن جي توهين آهي.

٦. ڇهون دليل اهو آهي تہ انهن ماڻهن جو قرآن کي ڪٽي گهمڻ، جيڪي قرآن جي معنيٰ بہ نہ ٿا سمجهن، نہ ئي ان جي عزت ٿا ڪن، اهي ماڻهو الله تعاليٰ جي ان عام فرمان ”كمثل الحمار يحمل اسفارا“ جي دائري ۾ اچن ٿا (جنهن جو مطلب اهو آهي تہ انهن جو مثال انهن گڏهن جهڙو آهي، جيڪي شريعت جا ڪتاب ڪڻيو ڊوئيندا وتن ٿا، پر ان کي نہ ڪو سمجهن ٿا، نہ ئي ان تي عمل ڪن ٿا.) جو تہ اهي نہ ٿا ڄاڻن تہ ان قرآني تعويذ ۾ ڇا آهي، نہ ئي ان جي عزت ۽ توقير ڪرڻ ڄاڻن ٿا. اهڙيءَ طرح ڪڏهن ڪڏهن انهن قرآني تعويذن تي نجاست بہ پئجي ويندي آهي، خاص ڪري ان مهل، جڏهن پائيندڙ ڇريو يا ننڍو ٻارڙو هجي.

٧. تعويذ پائڻ واري فتويٰ يقيني طور تي سوره معوذات ([2]) وغيره جي ذريعي گهرجندڙ دعا جي سنت ختم ڪرائي سگهي ٿي، جيئن جيڪو ماڻهو

---

[1] معارج القبول ٣٨٢/١

[2] سوره معوذات مان مراد سوره (قل هو الله)، (قل اعوذ برب الفلق) ۽ (قل اعوذ برب الناس) آهن. اهي ٽئي سورتون پناه گهرڻ لاءِ بيحد مفيد آهن، پر انهن کي لکي ڳلي ۾ وجهڻ سان نہ بلڪ انهن کي پڙهڻ سان هر طرح جي تڪليف ۽ مصيبت ۾ راحت ملندي آهي. جيئن نسائي شريف ۾ حضرت عبدالله بن مسعود کان روايت آهي تہ هڪ ڀيرو اسان ڪنهن گهگهہ اوندهہ ۾ گهيرجي وياسين ۽ هلڪو مينهن بہ وسي رهيو هو. اسان نماز لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جو انتظار ڪري رهيا هئاسين. پاڻ سڳورا ﷺ آيا ۽ نماز پڙهايائون. نماز کان پوءِ فرمايائون چئہ (پڙهہ)، مون چيو تہ ڇا چوان (پڙهان)؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ (قل هو الله)، (قل اعوذ برب الفلق) ۽ (قل اعوذ برب الناس) صبح ۽ شام ٽي ٽي ڀيرا پڙهہ، توکي هر شيءِ کان بچائيندين. (نسائي ٢٥٠/٨ ڪتاب الاستعاذه)

**سڄو قرآن لٽڪائيندو، اهو گمان ڪري سگهي ٿو ته هاڻي جڏهن سڄو قرآن منهنجي ڳچيءَ ۾ لٽڪيو پيو آهي ته پوءِ سوره معوذات ۽ آيت الڪرسي [1] وغيره پڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.**

---

حضرت عقبہ بن عامر جو بيان آهي تہ رسول الله ﷺ سان گڏ جحفہ ۽ ابواءِ جي وچ ۾ هلي رهيو هوس جو اوچتو تيز طوفان لڳڻ لڳو ۽ رات بہ ڏاڍي اونداهي هئي. تڏهن پاڻ سڳورا ﷺ (قل اعوذ برب الفلق) ۽ (قل اعوذ برب الناس) پڙهڻ لڳا ۽ فرمايائون تہ اي عقبہ! اي ٻئي سورتون پڙهندو ڪر، انهن وانگر پناهہ ڪنهن بہ ڪانہ گهري آهي. (ابودائود ۱۵۳/۲)

بخاري شريف ۾ حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت بيان ڪيل آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جو معمول هوندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ روزانو رات جو جڏهن هنڌ تي ويهندا هئا تہ (قل هو الله)، (قل اعوذ برب الفلق) ۽ (قل اعوذ برب الناس) پڙهي پنهنجن ٻنهي هٿن تي شوڪاريندا هئا، پوءِ پنهنجي جسم تي جيستائين هٿ پهچندو هئن، ڦيرندا هئا. اهڙيءَ طرح ٽي ڀيرا ڪندا هئا. (بخاري ۱۰۷/۱۱، مسلم حديث نمبر ۲۱۹۲)

حضرت عقبہ بن عامر جو بيان آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ ”هر نماز کان پوءِ معوذات واريون سورتون پڙهندا ڪريو.“ (نسائي ۶۸۹/۳، ترمذي ۲۱۵/۸، ابو دائود ۱۲۱/۲ حديث نمبر ۱۵۲۳)

ان کان سواءِ بہ ڪيترين ئي حديثن ۾ سوره معوذات دعا طور پڙهڻ جي فائدي بابت ڪيترن ئي حديثن جي ڪتابن ۾ لکيل آهي.

[1] آيت الڪرسي: سوره بقره جي آيت ۲۵۵ کي آيت الڪرسي چيو ويندو آهي. اها هن طرح آهي.

**اللّهُ لاَ إِلَـهَ إِلاَّ هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ لاَ تَأْخُذُهُ سِنَةٌ وَلاَ نَوْمٌ لَّهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الأَرْضِ مَن ذَا الَّذِي يَشْفَعُ عِنْدَهُ إِلاَّ بِإِذْنِهِ يَعْلَمُ مَا بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ وَلاَ يُحِيطُونَ بِشَيْءٍ مِّنْ عِلْمِهِ إِلاَّ بِمَا شَاء وَسِعَ كُرْسِيُّهُ السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضَ وَلاَ يَؤُودُهُ حِفْظُهُمَا وَهُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيمُ**

ترجمو

---

---

سڄي قرآن شريف ۾ سڀ کان عظيم الشان آيت اها ئي آيت الڪرسي آهي. نسائي شريف ۾ آهي تہ جيڪو ماڻهو هر فرض نماز بعد آيت الڪرسي پڙهندو آهي، ان کي جنت ۾ وڃڻ کان رڳو موت ئي روڪي سگهي ٿو. (يعني موت بعد جنت ئي سندس نصيب آهي. سنڌيڪار)

شيطان جي شر کان بچڻ لاءِ اها آيت اڪسير آهي. جيئن حضرت ابوهريره جو بيان آهي تہ پاڻ صدقي جي مال جي حفاظت تي مامور هو جو هڪ چور چوري ڪرڻ لاءِ لاڳيتو ٽي راتيون آيو ۽ هر رات پڪڙيو ويو. (۽ پوءِ ڏٺو ڏئي ڀڄي بہ ويندو هو) ٽين رات ڪيس ابو هريره رضہ، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وٺي وڃڻ جي ڌمڪي ڏني تہ هن چيو تہ مونکي ڇڏ تہ مان توکي هڪ اهڙي ڳالهہ ٻڌائيندس، جنهن مان الله توکي فائدو

**٨. قرآن وارو تعويذ لٽڪائڻ واري فتويٰ جائز هجڻ ۽ ناجائز هجڻ وارا ٻئي پهلو رکي ٿي، ان لحاظ کان فساد کان بچڻ لاءِ اهڙي فتويٰ کان پاسو ڪرڻ ئي بهتر آهي. (والله تعاليٰ اعلم)**

---

ڏيندو. پوءِ هن سچي آيت الڪرسي پڙهي ٻڌائي ۽ چيو ته اها آيت سمهڻ وقت پڙهي ڇڏيندو ڪر ته تنهنجي سنڀال لاءِ هڪ محافظ الله تعاليٰ پاران مقرر ٿي ويندو ۽ صبح تائين شيطان تنهنجي ويجهو به نه ايندو. صبح ٿيندي ئي حضرت ابوهريره سڄو وهيو واپريو پاڻ سڳورن ﷺ آڏو اچي ٻڌايو ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته هن سچ چيو هو، پر هو وڏو ڪوڙو. اهو شيطان آهي. (بخاري ٣٩٦/۴-٣٩٨، وڪالت واري باب ۾)

پناهه گهرڻ لاءِ ان کان سواءِ به ڪافي ٻيون آيتون ۽ سورتون پڙهڻ جو حڪم حديثن ۾ موجود آهي، جن ۾ سوره فاتحه هر مصيبت کان ڇوٽڪاري ۽ ڀلائي ۽ ڪاميابيءَ جو سرچشمو آهي. جيئن امام بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ۽ سعيد بن منصور پنهنجي سنن ۾ ذڪر ڪيو آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته "الفاتحه سفاءِ من کل سقم" يعني " سوره فاتحه هر بيماريءَ جو علاج آهي." (فتح القدير للشوڪاني ١٦/١)

صحيح بخاري وغيره ۾ حضرت ابو سعيد خدري جو مشهور واقعو بيان ڪيل آهي ته هڪ ڳوٺ جي چڱي مڙس کي نانگ ڪاڏو. پاڻ سوره فاتحه پڙهي مٿس شوڪاري ته اهو چاڪ ٿي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ سندس ان عمل کي صحيح قرار ڏنو ۽ ان مان ملندڙ اجرت مان پاڻ به کاڌائون. (بخاري ١٦٨/١٠، طب جي باب ۾، مسلم حديث نمبر ٢٢٠١، سلام جي باب ۾)

تعوذ (يعني الله جي پناهه وٺڻ) جو اهو مسنون طريقو آهي. جيڪڏهن تعويذ لٽڪائڻ کي جائز ڪري ڇڏجي ته اهو مسنون طريقو بلڪل ختم ٿي ويندو ۽ مسلمان قرآن کان بلڪل بي تعلق ۽ بي نياز ٿي ويندا. (م م)

## فصل چوٿون:

### ماضي ۽ حال ۾ تعويذ جو رواج

تعويذ ٻڌڻ اصل ۾ جاهليت جي دور جو طريقو آهي، جنهن ۾ جهالت جو غلبو هو. شيطانن، ماڻهن کي پنهنجو غلام بنائي سندن جهالت ۽ بيوقوفيءَ کي ويتر وڌائي ڇڏيو هو. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

وَأَنَّهُ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْإِنسِ يَعُوذُونَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ فَزَادُوهُمْ رَهَقًا (الجن:٦)

ترجمو: ۽ اهو ته انسانن مان ڪي ماڻهو، ڪن جنن کان پناهه گهرندا هئا، اهڙيءَ طرح انهن، جنن جو غرور ويتر وڌائي ڇڏيو.

عرب جاهليت واري دور ۾ جڏهن ڪنهن ميدان ۾ پهچندا هئا يا ڪنهن ڳتيل يا ڊپ ڊاءَ واري جڳهه تي رسندا هئا ۽ اتي جنن ڀوتن، جنگلي شينهن ۽ شيطانن جي شرارت کان ڊڄندا هئا ته انهن مان ڪو ڄڻو اٿي بيهي وڏي واڪي پڪاريندو هو: "اسان سڀ هن واديءَ جي سردار جن کان پناهه ٿا گهرون."

اهڙيءَ طرح ڪوبه جن ڪين نقصان نه پهچائيندو هو ۽ ڪين ان جو اجورو به ملندو هو ۽ ان بنياد تي جاهل ماڻهو جنن جي نالي تي قرباني ڪري انهن سان ويجهڙائپ حاصل ڪندا هئا ته جيئن اهي ڪين اهنج نه رسائين. اهڙيءَ طرح جڏهن ڪو گهر نهرائيندو هو يا کوهه کوٽائيندو هو ته جنن جي شر کان بچڻ لاءِ ڪو جانور ذبح ڪندو هو.(١)

رڳو اهو نه بلڪ سندن اهو به خيال هو ته ڪن پٿرن، وڻن، حيوانن ۽ ڪن ذاتن ۾ به ڪي اهڙا اثر هوندا آهن، جيڪي ڪانئن جنن جو خطرو يا انسانن جي بري نظر جو اثر هٽائي سگهن ٿا. اهڙيءَ طرح انهن، اهڙين شين جا تعويذ ٻڌا ۽ انهن بابت اعتقاد دلين ۾ ويهاري ڇڏيو. اهو سڀ ڪجهه رڳو پنهنجي پالڻهار کان سندن اڻڄاڻائي ۽ عدم اعتماد جي ڪري هو. ان ڪري ئي

---

١ ڏسو "المفصل في تاريخ العرب قبل الاسلام" صفحو ٣٤٦

سندن تاريخن ۾ وٿن تعويذن جي گھڻي استعمال جو ذڪر ملي ٿو، جن مان ڪي نمونا هن ريت آهن:

١. نفره: ڪا شيءِ ٻار جي ڳلي ۾ بري نظر جي ڊپ کان لٽڪائي ڇڏبي هئي، جنهن سان جن ۽ انسان ٻئي نفرت ڪندا هئا، اهڙيءَ طرح ان ٻار کي نظر نہ لڳندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن اهو ڪم نجس ۽ ناپاڪ شين مان بہ ورتو ويندو هو. مثال طور حيض جا ڳندا ٽڪر يا هڏيون وغيره لٽڪايون ويندون هيون. يا وري ڪڏهن اڻ وڻندڙ جانورن جهڙوڪ قنفذ (١) وغيره جا ڏالا لڪي لٽڪايا ويندا هئا.(٢)

٢. لومڙي يا ٻليءَ جي ڏندن جو تعويذ

٣. عقره: ريٺن جو تعويذ، جنهن کي مايون پنهنجي چيلهہ تي ٻڌنديون هيون تہ جيئن اهي سُنڍ ٿيڻ کان بچي وڃن ۽ ٻار نہ پيدا ٿين.

۴. ينجلب: ريٺن جو تعويذ، جيڪو رنل مڙس کي پرچائڻ ۽ ان جي ڪاوڙ ختم ٿيڻ بعد سندس قرب ۽ محبت ٻيهر موٽائڻ جو ڪم ڪري ڏيکاريندا هئا.

۵. تولہ، قرزحلہ، دروديس، ڪحلہ، ڪرار ۽ همره: هي سڀ تعويذ ريٺن ۽ موتين مان ٺهندا هئا، جيڪي پريم منتر جي حيثيت رکندا هئا. اهي تعويذ مڙس جي محبت حاصل ڪرڻ لاءِ پاتا ويندا هئا. انهن جي خيال ۾، "ڪرار" ۽ "همره" نالي ورا تعويذ هڪ خاص منتر آهي ۽ اهو هيءُ آهي: ''يا ڪرار ڪريه، يا همره اهمريه، ان اقبل فسريه، وان ادبر فضريه من فرجه الي فيه''(٣)

---

(١) قنفذ ڪوئي جهڙو ۽ سهي جيترو هڪ جانور آهي، جنهن جي سڄي ٻت تي ڪنڊا هوندا آهن. (سنڌيءَ ۾ ان کي سيهڙ چوندا آهن-سنڌيڪار) جڏهن اهو ڪو خطرو محسوس ڪندو آهي تہ وٺجي سٽجي ڪنڊن جو ڇڳو ٺھجي ويندو آهي.

(٢) ننڍي کنڊ ۾ مسلمانن جو هڪ طبقو انهن جاهلن کان بہ هڪ قدم اڳتي وڌي ويو آهي. اهي تہ پنهنجن ٻارن جا نالا ڪتن ٻلين وغيره جهڙن ڪنن جانورن جي نالن تي رکندا آهن تہ جيئن اهي هر طرح جي مصيبتن ۽ آفتن ۽ بري نظر کان بچيل رهن. (م م)

(٣) انهن تعويذن جي باري ۾ ڏسو:"المفصل في تاريخ العرب قبل الاسلام" ص ٥٠، ٥١

يعني: ”اي موٺائڻ وارا رينا تون هن کي موٺائي، اي رئاڙڻ وارا موتي تون کيس رئاڙي ڇڏ. جيڪڏهن هو موٽي ٿو تہ کيس خوش رک ۽ جيڪڏهن هو پري ٿو رهجي وڃي تہ سندس شرمگاه کان وٺي سندس وات تائين کيس تڪليف ۾ مبتلا ڪر.“([1])

منهنجي خيال ۾ اهو منتر پروردگار جي ربوبيت ۽ الوهيت، ٻنهي ۾ شرڪ آهي. ربوبيت ۾ ان لحاظ کان جو هن منتر ۾ نفعي ۽ نقصان جو اعتقاد ۽ ان جي نسبت انهن رينن ۽ موتين ڏانهن ڪيل آهي، جيئن هن منتر ۾ آهي تہ ”جيڪڏهن محبوب يا پريمي واپس اچي وڃي تہ ان کي خوش رک ۽ جيڪڏهن منهن موڙي وڃي تہ ان کي تڪليف ۾ مبتلا ڪري ڇڏ.“

وري الوهيت ۾ شرڪ ان ڪري آهي جو دعا ۽ استغاثہ سان گڏ انهن رينن ڏانهن ڌيان ڏنو ويو آهي، جيئن هن منتر ۾ آهي تہ ”اي موٺائڻ وارا رينا، تون هن کي موٽاءِ ۽ اي رئاڙڻ وارا موتي، تون کيس رئاڙ.“ اهڙيءَ بيڪسي ۽ بيوسيءَ کان الله جي پناه.

٦. خصمہ: موتين جو اهڙو تعويذ جيڪو بادشاهہ جي دربار ۾ حاضريءَ مهل يا جنگ جي ميدان ۾ پاتا ويندا هئا، جيڪي منديءَ جي هينان، يا قميص جي ٻيڙن ۾ يا تلوار جي پٽي ۾ ٻڌي ڇڏبا هئا.

---

[1] پريم منتر جي اها وبا اڄ بہ چوٽ چڙهيل آهي. بلڪ اڪثر تعويذ ان ئي مقصد لاءِ ٺاهيا ويندا آهن. انهن جي منتر جي تہ ڪل نہ آهي تہ ڇا ٿيندو آهي، ڇا بہ هجي، بهرحال اهو ئي ٻڌو ويو آهي تہ پريم منتر جو تعويذ ڪرڻ بعد پريمي ايترو بيقرار ٿي ويندو آهي جو دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ هجي، ڊڙندو موٽي ايندو آهي ۽ پنهنجي پريميءَ سان اچي ملندو آهي. غير مسلم تہ پنهنجي جاءِ تي، عام مسلمان بہ ان وبا ۾ مبتلا آهن ۽ عام طور تي گهريلو زندگيءَ ان ئي پريم منتر تي قائم رهندي آهي. حالانڪ مسلمانن جي شريعت ڇٽن لفظن ۾ ان حرڪت کي ننديو آهي ان کي شرڪ قرار ڏنو آهي. جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جو فرمان آهي تہ : (التولہ شرڪ) يعني ”پريم منتر ڪرڻ شرڪ آهي“ ازدواجي زندگيءَ جي ان پاڪ، صاف ۽ خالص توحيدي رشتي کي شرڪ جي گندگيءَ سان آلوده ڪيو ٿو وڃي ۽ جنهن خالق، زال مڙس کي پيدا ڪري انهن ۾ فطري محبت ۽ شفقت جو مادو رکيو آهي، ان سان تعلق ٽوڙي سيندور، ٽڪي، جادو، منتر، نقشن ۽ ڌاڳن تي ڀروسو ڪيو ٿو وڃي. اهو سڀ ڪجهہ جهالت ناهي تہ ٻيو ڇا آهي؟(م م )

٧. عطفہ: موتين مان ٺهيل اهي تعويذ، جيڪي (ماڻهن جي دلين ۾) پائڻ واري لاءِ شفقت ۽ محبت پيدا ڪندا هئا.

٨. سلوان: صاف ۽ شفاف داڻن ڪي واريءَ جي هيٺان پوريو ويندو هو، تانت اهي ڪارا ٿي ويندا هئا. پوءِ انهن ڪي ڪڍي پاڻيءَ ۾ ڌوئي ماڻهوءَ ڪي پياريندا هئا تہ ان ڪي تسلي ۽ سڪون ميسر ٿيندو هو، اهو بہ تعويذ وانگر ئي هوندو آهي.

٩. قبلہ: اڇن داڻن جو تعويذ جيڪو بري نظر کان بچائڻ لاءِ گهوڙن جي ڳلي ۾ پاتو ويندو هو.

١٠. ودعہ: سمنڊ مان ليجنڊڙ هڪ قسم جي پٿر (اصل ۾ ڪوڏي، گهونگهو) جو تعويذ جيڪو اکين جو سور ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو هو.(١)

١١. نانگ يا وڇونءَ جي ڪاٽل کي سونو زيور پارايو ويندو هو. انهن جي اعتقاد مطابق ان سان ئي ڏنگيل کي شفا ملي ويندي هئي. ان جي ابتڙ سندن عقيدو اهو هو تہ ان ڏنگيل کي جيڪڏهن ڪنهن ڌاتوءَ جو زيور پارايو ويندو تہ اهو مري ويندو.

١٢. سهي جي گوڏي جي هڏي بري نظر ۽ جادوءَ کان بچائڻ لاءِ پارائي ويندي هئي.(٢)

١٣. تحويلہ: ڳاڙهي ۽ ڪاري رنگ جو وٽيل ڌاڳو، جيڪو مايون بري نظر کان بچڻ لاءِ پنهنجي چيلهہ ۾ ٻڌي ڇڏينديون هيون. ان ۾ موتي ۽ چانديءَ جو ٺهيل چنڊ لڳل هوندا هئا.

---

١ اڄڪلهہ بہ ڪي ماڻهو پنهنجن جانورن کي، خاص طور تي ٻڪرين کي ڪوڏين جي مالها پهرائيندا آهن تہ جيئن ٽڏڪار جي ڪري ٿيندڙ بيماري ۽ سوڄ وغيره ختم ٿي وڃي.(م م)

٢ ڏسو "المفصل في تاريخ العرب قبل الاسلام" ص ٣٤٦

اهي آهن اهل جاهليت جون ڪي خرافاتون ۽ تعويذ جي باري ۾ انهن جا عقيدا. انهن مان ڪي ته اڃا تائين (مسلمانن ۾) به موجود آهن. جيتوڻيڪ تعويذن جا قسم ۽ شڪليون مٽجي ويون آهن، پر عقيدو اهو ئي آهي، جيڪو اهل جاهليت جو هوندو هو.[1] جيئن بري نظر کان بچڻ لاءِ گهوڙن جي ڳچين ۾ تندون ٻڌڻ ۽ اڄڪلھ ڪارن ۽ گاڏين ۾ جوتو لٽڪائڻ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ بيشڪ انهن ٻنهي ۾ ڪوبه فرق نه آهي ۽ حڪم به ٻنهي لاءِ ساڳيو آهي. (يعني شرڪ اڪبر يا شرڪ اصغر، جيڪو وڏي کان وڏي گناھ کان به وڏو هوندو آهي.)

شيخ ناصرالدين الباني ، حديث (من تعلق تميمہ فقد اشرڪ" جي تعليق ۾ ان ڳالھ جي تصحيح ڪرڻ بعد لکي ٿو ته: "اڄ به اها گمراهي ڳوناڻن، هارين نارين، بلڪ ڪن مهذب ماڻهن ۾ به رائج آهي ۽ ساڳيءَ طرح جا رينا به آهن، جيڪي ڪي ڊرائيور پنهنجين گاڏين جي سامهون لڳائي ڇڏيندا آهن، يا پنيان ڏسڻ واري آرسيءَ تي لڳائي ڇڏيندا آهن. ان کان سواءِ ڪي ماڻهو گهوڙن جي نعل گهر يا دڪان جي اڳيان (در تي) لڳائي ڇڏيندا آهن. اهو سڀ ڪجھ ان خيال کان ڪيو ويندو آهي ته اهي شيون بري نظر کان بچائين ٿيون ۽ ان کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون حرڪتون ڪيون وينديون آهن، جيڪي توحيد جي خلاف ۽ ان جي ابتڙ شرڪ ۽ ڪفر وارن عملن منجهان آهن ۽ اهو

---

[1] بلڪ جهالت ۽ بداعتقاديءَ ۾ انهن کان به ڪجھ قدم اڳتي نڪري چڪا آهن. جيئن ڪي ماڻهو پنهنجن ٻٽن ڪي ڪنن ۾ سوراخ ڪڍائيندا آهن ته جيئن اهي جيئرا رهي سگهن ۽ انهن جو نالو به ڇيڏي (اڙدوءَ ۾) پئجي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح ڪي ماڻهو پنهنجي ٻار ڪي ڄمندي ئي ساهميءَ ۾ رکي ڪنهن اناج جي برابر توري ڇڏيندا آهن ته جيئن اهو ننڍي هوندي ئي نه مري وڃي. اهڙي ٻار کي (اڙدوءَ ۾) تولن، يا جوڪو چيو ويندو آهي. (سنڌيءَ ۾ اهي نالا مروج نه آهن- سنڌيڪار) اها سڌي سنئين جهالت ۽ بداعتقادي آهي. ڪي ماڻهو ته پنهنجي ٻار کي ساڳئي مقصد لاءِ ٽڪي پئسي ۾ ڪنهن وٽ وڪڻي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ ٻئي جو ٻار سمجهي انهن کي پاليندا آهن. اهڙي ٻار جو نالو بيچن يا بيچو پئجي ويندو آهي. (م م) (سنڌيءَ ۾ هڪ نالو وڪيو آهي، پر ان جي نسبت الله تعاليٰ ڏانهن هوندا آهي. مفهوم جي لحاظ کان ان جو مطلب ٿيندو الله کي ارپيل - سنڌيڪار)

جهالت جو نتيجو آهي.(١) حالانڪ انهن کي ئي ختم ڪرڻ لاءِ رسول موڪليا ويا ۽ ڪتاب نازل ڪيا ويا. تنهنڪري مسلمانن کي ان جهالت ۽ دين کان دوريءَ جو شڪوو الله تعاليٰ سان ئي ڪري سگهجي ٿو.

ڪن ماڻهن وٽ اهو معاملو رڳو شريعت جي مخالفت جي حد تائين محدود ڪونهي، بلڪ اهي انهن تعويذن جي ذريعي الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ لڳندا آهن. جيئن شيخ جزولي "دلائل الخيرات" جو مولف "يوم احد" طبع بولاق جي ستين حزب جي صفحي ١١١ تي بيان ٿو ڪري ت:

''اللهم صل علي محمد و علي آل محمد ما سجعت الحمائم، وحمت الحوائم، وسرحت البهائم، ونفعت التمائم''(٢)

يعني: "اي الله! محمد ۽ آل محمد تي ان وقت تائين رحمتون نازل ڪر، جيستائين ڪبوتر ڳالهائيندا رهن، جهرڪيون اڏامنديون رهن، جانور چرندا رهن ۽ تعويذ فائدو ڏيندا رهن."

ڪي شرڪيہ تعويذ جيڪي اڄ بہ ڪن ملڪن ۾ استعمال ڪيا پيا وڃن، اهي مشينن جي ذريعي تيار ڪيا ويندا آهن. انهن ۾ وڇونءَ جي تصوير ان مهل نقش ڪئي ويندي آهي، جڏهن چنڊ، برج عقرب ۾ هوندو آهي.(٣) ان تعويذ جي باري ۾ اهو خيال ڪيو ويندو آهي ت جيڪو ماڻهو ان کي پنهنجي

---

١ ڪي ٽيڪسي ڊرائيور پنهنجين ٽيڪسين جي پٺيان ڪارو ڪپڙو ٻڌي ڇڏيندا آهن. اهو بہ ساڳي جهالت جو نتيجو آهي. ان کان علاوه هندستان ۾ ڪيري، ڪڪڙي ۽ ٻين ڀاڄين جي فصلن کي بري نظر کان بچائڻ لاءِ انهن ٻنين ۾ مٽيءَ جي استعمال ٿيل هنڊي ابتي ڪري رکي ڇڏيندا آهن ت جيئن سندن فصل کي ڪنهن جي نظر نہ لڳي. ان شرڪيہ جهالت ۾ عام مسلمان ملوث آهن.(م م)

٢ سلسلہ احاديث صحيحہ ٢٦٦/١ حديث نمبر ٤٩٢

٣ ماهر فلڪيات، آسمان کي ڇهن ڀاڱن ۾ ورهائين ٿا ۽ انهن هر ڀاڱي جو الڳ الڳ نالو رکي ڇڏيو آهي. مثال طور برج ميزان، برج حوت، برج ثور، برج عقرب وغيره. چنڊ پنهنجي ساليانہ گردش دوران انهن برجن ۾ ڦيرندو رهندو آهي. (م م)

هٿ سان ڇهي وٺندو، ان کي وڇوڻ جي ڏنگڻ واري تڪليف ۾ فائدو رسندو.(١)

علامہ شقيريءَ پنهنجي قيمتي ڪتاب ”السنن والمبتدعات“ ۾ انهن شرڪيہ تعويذن جي مجموعي جو ذڪر ڪيو آهي، جن جو استعمال اڄڪلهہ عام آهن. انهن مان هڪ تعويذ ۾ اکيون اٿلڻ جي مريضن لاءِ هيئن لکيو ويندو آهي تہ : ”قل هو الله احد، ان في العين رمد، احمرار في البياض، حسبي الله الصمد، يا الٰهي باعترافي في اعتزال كعن ولد، عاف عني يا الٰهي، اكفني شر الرمد، ليس لله شريک، ولا كفوا احد“

يعني: ”چئہ تہ اهو الله هڪ اهي، بيشڪ منهنجي اک اٿلي آهي، اڇاڻ ۾ ڳاڙهاڻ اچي وئي آهي، منهنجو الله بي نياز ڪافي آهي، اي الله مونکي اعتراف آهي تہ توکي اولاد جي حاجت نہ آهي. اي الله! مونکي عافيت ڏي، اکيون اٿلڻ جي تڪليف کان مونکي ڇوٽڪارو ڏي. الله جو ڪو بہ شريڪ نہ آهي، نہ ئي شريڪ آهي نہ ئي ڪو سندس همسر آهي.“

هن تعويذ ۾ قرآن سان شاعري ملائي وئي آهي، جنهن ڪان الله جي ڪتاب کي بچائي رکڻ ئي مناسب آهي.(٢)

ٻيو تعويذ جنهن کي علامہ شقيريءَ ”الرحمه في الطب والحكمه“ نالي ڪتاب مان نقل ڪيو آهي، اهو انڌي پڻ لاءِ آهي ۽ اهو هن ريت آهي تہ:

”عزمت عليک ايتها العين بحق شراهيا، براهيا، او نواي اصابوت آل شداي، عزمت عليک ايتها العين التي في فلان بحق شهت بهت اشهت.....“(٣)

هن تعويذ ۾ شيطانن جو قسم کنيو ويو آهي. ڪفر ۽ ڪافرن کان الله جي پناه!

---

١ الفصل في الملل والاهواءِ والنحل لابن حزم ۴/۵

٢ السنن والمبتدعات للشقيري ص ٢٩٣

٣ ساڳيو ڪتاب. ناچيز ان جي عبارت سمجهڻ کان قاصر آهي، ان ڪري ان جو ترجمو ڪرڻ کان معذرت خواهہ آهي.(م م)

اڳتي جنيـ لاءِ هڪ حجاب جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪو هن طرح آهي:

”الم تر كيف فعل ربک بالقرينه، الم يجعل كيد القرينه في تضليل، وارسل علي القرينه طيرا ابابيل، ترميهم بحجاره من سجيل، فجعل القرينه ، كعصف ماكول، يا عافي، يا قابل، يا شديد، يا ذالطور“([1])

”ڇا تو ڏٺوتہ تنهنجي پالڻهار قرينہ يعني جنيہ سان ڇا ڪيو؟ ڇا جنيہ جي چال بيڪار نہ ڪري ڇڏي؟ ۽ جنيہ تي جهڙڪين جو ٽولو موڪلي ڇڏيو، جيڪي انهن مٿان مٽيءَ جون گوليون اڇلي رهيون هيون، تانت جنيہ کي ڪاڏل پوسي وانگر ڪري ڇڏيائون. اي عافيت ڏيڻ وارا! اي قبول ڪرڻ وارا! اي سخت پڇاڻو ڪرڻ وارا! اي طاقت وارا!

اها بہ قرآن سان مشڪري ۽ مذاق آهي، اصل قرآن کي مٽائڻ آهي. انهن واقعن سان انهن عالمن جي فتوائن جي تقويت ملي ٿي، جيڪي شرڪ جو دروازو بند ڪرڻ لاءِ قرآن جو تعويذ بنائڻ کي حرام ڪوٺين ٿا، جنهن جا ڪي مثال مٿي ٻڌائي آيا آهيون.([2])

---

[1] السنن والمبتدعات ص ٢٩٩

[2] ان کان بہ عجيب و غريب قرآني تعويذن جا مثال ڏسڻا هجن تہ ننڍي ڪنڊ ۾ ڇپيل ترجمو ڪيل قرآن جي ڪن نسخن کي ڏسو، جن ۾ قرآن شريف جي تعويذي حيثيت کي نمايان ۽ مفصل طور تي بيان ڪيو ويو آهي. هر سورت جو تعويذي فائدو، ويندي مختلف سورتن جي مختلف دنياوي مقصدن جو ضامن هجڻ جو پڻ ٻڌايو ويو آهي. جيئن تہ ڪيترين ئي سورتون ڪافي وڏيون وڏيون آهن، جن کي تعويذي تلاوت يا تعويذ ۾ لکڻ ڏکيو آهي، ان ڪري تعويذ جي سهولت ۽ آسانيءَ لاءِ سمورين سورتن کي نمبرن ۾ تبديل ڪري انهن جو مختصر ۽ شارٽ ڪٽ ذائچو بنايو ويو آهي. انهن مان ڪجهه نقشا نموني طور هتي بيان ڪيا ويندا.

سوره رعد: ظالم حاڪم جي معزولي، ٻار جي روئڻ، حمل ڪيرائڻ، جيڪڏهن نياڻيون پيدا ٿينديون هجن تہ پٽ جي لاءِ، سنڍ عورت، ڪن جي سور وغيره لاءِ فائديمند آهي. هن سورت جا عدد ٢۴٢٦٩٣ آهن ۽ نقش معظم هن ريت آهي:

٧٨٦

| | | |
|---|---|---|
| ٨١٥٦٧ | ٨١٨٦٠ | ٨١٥٦٧ |
| ٨١٥٦٢ | ٨١٥٦۴ | ٨١٥٦٦ |
| ٨١٥٦٣ | ٨١٥٦٨ | ٨١٥٦١ |

سوره نور: احتلام کان محفوظ رهڻ، شاعر وغيره جي زبان بندي، اکيون اٿلڻ ۽ سنڌ عورت لاءِ اکسير آهي. هن جو عدد ۴۰۲۴۵۷ آهي ۽ نقش معظم هن ريت آهي:

۷۸۶

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۱۰۰۶۱۴ | ۱۰۰۶۱۷ | ۱۰۰۶۲۰ | ۱۰۰۶۰۶ |
| ۱۰۰۶۱۹ | ۱۰۰۶۰۷ | ۱۰۰۶۱۳ | ۱۰۰۶۱۸ |
| ۱۰۰۶۰۸ | ۱۰۰۶۲۲ | ۱۰۰۶۱۵ | ۱۰۰۶۱۲ |
| ۱۰۰۶۱۶ | ۱۰۰۶۱۱ | ۱۰۰۶۱۹ | ۱۰۰۶۲۱ |

سوره نصر: چار ۾ گهٽيون مچيون ڦاسڻ لاءِ مفيد آهي. نقش معظم هن ريت آهي:

۷۸۶

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۱۵۳۰ | ۱۵۳۴ | ۱۵۳۲ | ۱۵۲۳ |
| ۱۵۳۶ | ۱۵۲۴ | ۱۵۲۹ | ۱۵۳۵ |
| ۱۵۳۵ | ۱۵۳۹ | ۱۵۳۱ | ۱۵۲۸ |
| ۱۵۳۳ | ۱۵۳۷ | ۱۵۳۶ | ۱۵۳۸ |

اهڙيءَ طرح سمورين صورتن جو الڳ الڳ نقش معظم ٺاهي آخر ۾ سڄي قرآن کي بسم الله سميت نقش معظم ۾ شامل ڪيو ويو آهي، پوءِ هيٺ انهن نقشن جا فائدا ۽ استعمال جو طريقو بيان ڪيو ويو آهي. ان طريقي سان امتيءَ کي قرآن شريف کان ڪيترو نه بي نياز ڪيو ويو آهي. انساني فطرت تہ عيش ۽ آرام ۾ الله کي يادڪرڻ کان رهي، مشڪلاتن ۽ پريشانين ۾ الله ۽ ان جي ڪلام سان تعلق ڳنڍجڻ جي ڪجهہ اميد هئي، اها بہ هن طريقي جي مروج ٿيڻ سان ختم ٿي وئي. ان ئي سلوڪ جو شڪوو قرآن شريف بزبان حال هيئن بيان ڪري ٿو تہ:

طاقون ۾ سجايا جاتا هون، آنکهون ۾ لگايا جاتا هون،
تعويذ بنايا جاتا هون، ڌو ڌو کي پلايا جاتا هون،
ڪس بزم ۾ منهن ڪو بار نهي، ڪس عرس ۾ ميري ڌوم نهين،
ڦر پي ۾ اڪيلا رهتا هون، مجهہ سان ڪوئي مجبور نهين.

سماحتہ الشيخ عبدالعزيز بن باز فرمائي ٿو تہ: ”بيمارن ۽ ٻارن کي تعويذ پهرائڻ جائز ڪونهي، جيڪي تعويذ پاتا ويندا آهن، انهن کي تمائم، حروز ۽ جوامع چوندا آهن. انهن جي باري ۾ صحيح حڪم اهو آهي تہ اهي سڀ حرام ۽ شرڪ آهن، ڇو تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي تہ: من تعلق تميمه فلا اتم الله له، و من علق ودعه فلا ودع الله له يعني ”جنهن تعويذ پاتو، الله تعاليٰ ان جي مراد پوري نہ ڪري ۽ جنهن ڪوڏيون پاتيون، الله تعاليٰ ان کي راحت ۽ سڪون نصيب نہ ڪري.“(١)

---

ترجمو سنڌي:
طاقن ۾ سجايو ويندو آ، اکين سان لڳايو ويندو آ،
تعويذ بنايو ويندو آ ۽ ڌوئي پياريو ويندو آ،
ڪا محفل مون کان خالي نہ آ، هر عرس ۾ منهنجو چرچو آ،
مان پو بہ اڪيلو ئي آهيان، ڪو مون جهڙو مجبور نہ آ.
۽ قيامت جي ڏينهن رحمت للعالمين حضرت محمد رسول الله صہ، پالڻهار جي اڳيان هن طرح دانهن ڏيندو تہ:
وَقَالَ الرَّسُولُ يَا رَبِّ إِنَّ قَوْمِي اتَّخَذُوا هَذَا الْقُرْآنَ مَهْجُورًا (الفرقان:٣٠)
ترجمو: ۽ رسول الله ﷺ چوندو تہ اي منهنجا رب! منهنجي قوم هن قرآن کي پنتي اڇلائي ڇڏيو.
علامہ اقبال ان ڳالهہ جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪري و تہ:
(وہ زماني ۾ معزز ٿي مسلمان هوڪر، اور هم خوار هئي تارڪِ قرآن هوڪر)
ٻيا زماني ۾ معزز ٿيا مسلمان بڻجي،
۽ اسان خوار ٿياسين تارڪِ قرآن بڻجي.
ذڪر ڪيل ذائچن وارن تعويذن وانگر نمبرن تي مشتمل هڪ تعويذ جو ذڪر ڪندي علامہ قشيري مصري رحہ لکي ٿو تہ: ”جنهن ان تي عمل ڪيو، اهو ڌرتيءَ جي گولي تي سڀ کان وڌيڪ جاهل ۽ غضب هيٺ آيل آهي، جنهن اهڙي ڪتاب ۽ ان جهڙن ٻين ڪتابن کي نہ ساڙيو، اهو جلد ئي جهالت جي اوڙاہ ۾ سڙندو، فقيري، محتاجي ۽ بيماريون سندس مقدر بڻبيون. اهو رنج و غم ۽ مصيبت ۾ مبتلا رهندو ۽ ان بعد سندس لاءِ آخرت جو عذاب جهنم هوندو، جنهن ۾ ڪيس داخل ٿيڻو پوندو ۽ جهنم ڏاڍي خراب جڳهہ آهي.
السنن والمبتدعات ص ٢٩٥ (٢٩٥)
١ هن حديث جي تخريج اڳي ڇڪي آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ اهو بہ فرمايو آهي تہ: ”من تعلق تميمہ فقد اشرک“[1] يعني ”جنهن تعويذ ٻڌو، ان شرڪ ڪيو.“

”ان الرقي والتمائم والتوله شرک“[2] يعني ”بيشڪ جاڙ ڦوڪ [3] تعويذ ۽ پريم منتر سڀ شرڪ آهن.“

انهن سمورين حديثن جي روشنيءَ ۾ اهي ساريون شيون حرام ۽ شرڪ آهن. عالمن جو اختلاف آهي تہ جيڪڏهن تعويذ، قرآن شريف يا مباح ڪيل دعائن وارو هجي تہ ڇا اهو حرام آهي يا نہ؟ تہ صحِيح حڪم انهن جي حرمت جو آهي، ان جا ٻہ ڪارڻ آهن.

١. پهريون ڪارڻ مٿي ڏنل حديثن جو عمومي بيان آهي، جو تہ اهي حديثون هر طرح جي تعويذ سان لاڳو ٿين ٿيون، چاهي اهو قرآني هجي يا غير قرآني.

٢. ٻيو ڪارڻ شرڪ جا رستا بند ڪرڻ آهي، جو تہ جيڪڏهن قرآني تعويذ کي جائز قرار ڏئي ڇڏجي تہ ٻيا غير قرآني تعويذ بہ انهن سان مليو ويندا ۽ معاملو شڪ گاڏڙ ٿي پوندو. ٻيو تہ هر طرح جا تعويذ پائڻ لاءِ وجهہ ملي ويندو ۽ اها تہ اسان کي خبر آهي تہ انهن طريقن ۽ رستن کي بند ڪرڻ، جيڪي شرڪ ۽ گناہ ڏانهن وٺي وڃن ٿا، شريعت جي اهم اصولن مان آهي.“[4]

شيخ محمد بن صالح العثيمين ، تعويذ ۽ حجاب لٽڪائڻ جي حڪم جي باري ۾ پڇيل هڪ سوال جي جواب ۾ فرمائي ٿو تہ:

”انهن مسئلن يعني حجاب ۽ تعويذ جا ٻہ قسم آهن: هڪڙو اهو تہ اهي تعويذ قرآني هجن، ٻيو اهو تہ قرآن کان سواءِ اهڙين شين جا هجن، جن جي

---

[1] هن حديث جي تخريج اڳي ڪئي آهي.

[2] هن حديث جي تخريج اڳي ڪئي آهي.

[3] ٽوٽڪي ڦيڻي ۾ جيڪڏهن شرڪيہ لفظ ۽ غير شرعي لفظ نہ هجن تہ جهاڙ ڦوڪ جائز آهي، جيئن اڳتي اچي چڪو آهي.(م م)

[4] فتاويٰ شيخ ابن باز ٢٠/١

معنيٰ نہ سمجھ ۾ ايندڙ ھجي. ٻھرئين قسم جا تعويذ يعني قرآني تعويذ لٽڪائڻ جي باري ۾ عالمن ۾ اختلاف رھيو آھي ۽ اڄ بہ آھي. جيئن ڪي عالم انھن کي جائز چون ٿا ۽ الله تعاليٰ جي فرمان " (١)

۽

(٢)

۾ داخل سمجھن ٿا ۽ قرآن جي برڪت مان آھي تہ ان کي مصيبت دور ڪرڻ لاءِ لٽڪايو وڃي. جڏھن تہ ڪي عالم قران جي تعويذ کي بہ ناجائز قرار ڏين ٿا. انھن جو چوڻ آھي تہ قرآن لٽڪائڻ پاڻ سڳورن ﷺ کان ثابت نہ آھي تہ ڪو اھو شرعي سبب آھي، جنھن جي ذريعي مصيبت کي رفع دفع ڪري سگھجي ٿو، بلڪ ان قسم جي شين ۾ اصل توقيف آھي.(٣) ۽ اھو ئي قول راجح بہ آھي تہ تعويذ پائڻ جائز نہ آھي، پلي اھي قرآني تعويذ چو نہ ھجن، نہ ئي انھن کي مريض جي ويھاڻي ھينان رکڻ يا پتين تي لٽڪائڻ جائز آھي ۽ جيڪو بہ انھن سان ملندڙ جلندڙ طريقو آھي، اھو بہ ناجائز آھي، بلڪ بيمار لاءِ دعا ڪئي وڃي ۽ ان تي سڌو سنئون قرآن پڙھيو وڃي، جيئن رسول الله ﷺ ڪندا ھئا."(٤)

---

١ سوره بني اسرائيل آيت ٨٢، ترجمو: اسان قرآن ۾ اھڙيون آيتون نازل ڪريون ٿا، جيڪي مومن لاءِ شفا ۽ رحمت آھن.(م م)

٢ سوره آيت ٢٩، ترجمو: اھو بابرڪت ڪتاب آھي، جيڪو اسان توھان ڏانھن نازل ڪيو آھي.

٣ جيڪا شيءِ الله ۽ رسول جي ٻڌائڻ سان ئي معلوم ٿي سگھي، ان کي توقيفي چوندا آھن. (م م)

٤ المجموع الثمين ٥٨/١

صحيح بخاري وغيره ۾ آھي تہ پاڻ سڳورا ﷺ پنھنجن ٻنھي ڏھٽن حضرت حسن و حسين رضہ تي اھا دعا پڙھي شوڪاريندا ھئا: "اعوذ بكلمات الله التامه من كل شيطان وهامه، ومن كل عين لامه" يعني "مان الله جي ڪلام تام جي پناه ٿو گھران شيطان کان ۽ ھر موذي جانور کان ۽ نظر بد کان.(بخاري ٦/حديث نمبر ٣٣٧١، ڪتاب الانبياءِ و ابن ماجہ ٢/حديث نمبر ٣٥٧٠، ابواب الطب)

حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنھا جو بيان آھي تہ رسول الله ﷺ پنھنجي گھر وارن تي اھا دعا پڙھي شوڪاريندا ھئا ۽ ھٿ ڦيريندا ھئا: "الله رب الناس اذهب الباس، واشف انتالشافي، لا شفاءِ الا شفاوك، شفاءِلا يغادر

سقما" يعني "اي الله! انسانن جا پالڻهار! تون تڪليف هٽاءِ ۽ شفا ڏي، تون ئي شفا ڏيڻ وارو آهين، تنهنجي شفا کان سواءِ ٻي ڪا شفا نہ آهي، اهڙي شفا عطا ڪر جو وري ڪڏهن بہ بيماري نہ لڳي."(بخاري ١٧٨/١٠، الطب، و مسلم حديث نمبر ٢١٩١، ڪتاب السلام)

حضرت عثمان بن ابي العاص ثقفي پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻڌايو تہ جڏهن کان آئون مسلمان ٿيو آهيان، مونکي هڪڙو سور پوندو آهي، جيڪو مونکي ماري ڇڏيندو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: پنهنجو هٿ ان جڳهہ تي رک، جتي سور آهي، پوءِ ٽي ڀيرا بسم الله پڙهہ ۽ ست ڀيرا اهو چئي هٿ ڦير: "اعوذ بالله و قدرتہ من شر ما اجد واحاذر" يعني "مان الله ۽ ان جي قدرت کان پناهہ گهران ٿو ان شيءِ جي شر جي جنهن کي مان محسوس ڪري رهيو آهيان، جيڪا لڳڻ جو مونکي ڊپ آهي."(مسلم حديث نمبر ٢٢٠٢، ڪتاب السلام)

موطا امام مالڪ ۾ اهو اضافو آهي تہ عثمان بن ابي العاص ٻڌايو تہ ان کان پوءِ منهنجو سور ختم ٿي ويو ۽ اها شيءِ مان پنهنجن گهر وارن کي سيکاريندو آهيان.

هڪ ڀيرو پاڻ سڳورا ﷺ بيمار ٿي پيا تہ حضرت جبرئيل عليہ السلام اچي حال احوال پڇيو ۽ هيءَ دعا پڙهي شوڪاري: "باسم الله رقيک من کل شيءِ يوذيک، من شر کل نفس و عين حاسد الله يشفيڪ، باسم الله ارقيک" يعني "مان الله جي پاڪ نالي کان توهان تي دم ڪريون ٿو هر ان شيءَ کان، جيڪا توهان کي تڪليف ڏئي رهي آهي. هر متنفس ۽ حاسد نظر جي شر کان الله توهان کي شفا ڏي. مان الله جي نالي سان ئي توهان تي دم ڪريان ٿو." (مسلم حديث نمبر ٢١٨٥، ٦٨١٢ ڪتاب السلام)

مشهور واقعو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ هڪ يهوديءَ جادو ڪيو هو، جنهن جي ڪري پاڻ سڳورا ﷺ بيچين رهندا هئا. هڪ ڏينهن حضرت جبرئيل عليہ السلام هڪ فرشتي سان گڏ آيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿان ڪيل جادوءَ جي باري ۾ ٻڌايائين ۽ سوره معوذتين (يعني قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس) ٻڌايون ۽ چيو تہ توهان هڪ هڪ آيت پڙهندا وڃو ۽ جادوءَ جي هڪ هڪ ڳنڍ کوليندا وڃو. پاڻ سڳورن ﷺ ائين ئي ڪيو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ جادوءَ جي اثر کان شفاياب ٿيندي ائين محسوس ڪري رهيا هئا، ڄڻ ڪو ماڻهو ٻڌل هو، جنهن کي کوليو ويو هجي.

(فتح القدير للشوڪاني ٥١٩/٥ مسند عبد بن حميد جي حوالي سان، ان کان سواءِ اهو واقعو تفصيل سان بخاري ١٠/حديث نمبر ٥٧٦٣، مسلم ٩/حديث نمبر ٢١٨٩، ڪتاب السلام ۽ اابن ماجہ ٢/حديث نمبر ٣٥٤٥ وغيره ۾ ذڪر ڪيو آهي)

اهن واقعن کي پڙهڻ سان پتو پوي ٿو تہ پاڻ سڳورا ﷺ بيمار جي مٿان سڌو سنئون دعائون ۽ قرآن شريف پڙهي شوڪاريندا هئا ۽ اصحابي سڳورا بہ ائين ڪرڻ جي تلقين ڪندا هئا، تعويذ لکي نہ ٻڌندا هئا ۽ نہ ئي ان جي اجازت ڏنائون.

ٻيو تہ بيماري لڳڻ کان اڳ بہ حفاظت لاءِ ڪيترئيون ئي دعائون پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايون آهن، جن مان معوذتين ۽ آيت الڪرسيءَ جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. هڪ ٻي بہ جامع دعا هن ريت آهي:

حضرت خولہ بنت حڪيم بيان ڪري ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن جاءِ تي ترسڻ مهل اها دعا پڙهي "اعوذ بکلمات الله التامات من شر ما خلق" تہ ان کي رواني ٿيڻ تائين ڪابہ شيءِ تڪليف نہ پهچائي سگهندي. هن دعا جو ترجمو هن ريت آهي: مان الله جي ڪلام تام جي پناه ٿو گهران، پر ان شيءِ کان، جنهن کي هن پيدا ڪيو آهي. (مسلم حديث نمبر ٢٧٠٨ ڪتاب الذڪر والدعاءِ وغيره)

## پڇاڙي

الله تعاليٰ جي توفيق سان هيءُ مختصر بحث پنهنجي پڇاڙيءَ تي پهتو. هن بحث مان جيڪي نتيجا نڪتا، اهي هن ريت آهن:

١. جاهليت جي دور وارن وٽ تعويذ عام شيءِ هئي. انهن وٽ تعويذن جي باري ۾ مختلف عقيدا، اجايون ۽ ڪوڙيون ڳالهيون مشهور هيون.
٢. تعويذ پائڻ انسان جي عقيدي ۾ خلل ۽ فڪر ۽ نظر جي ڪمزوريءَ جي نشاندهي ڪن ٿا.
٣. تعويذ پائڻ، تعويذ ۽ تعويذ واري جي حال مطابق ڪڏهن شرڪ اڪبر هوندا آهن ته ڪڏهن شرڪ اصغر هوندا آهن.
٤. شرڪ اصغر، وڏن گناهن کان به وڏو گناهه آهي، جيئن اصحابي سڳورن فتويٰ ڏني آهي.
٥. تعويذ پائڻ جي وبا ماڻهن ۾ سدائين کان موجود رهي آهي. جادوگر، شعبدي باز ۽ اهڙن بين ماڻهن ان عمل کي رواج ڏنو آهي.
٦. خير لاءِ يا آئيءَ کي ٽارڻ لاءِ تعويذ پائڻ جو نه ڪو شرعي سبب آهي نه ئي قدرتي.
٧. قرآن ۽ حديث ۾ تعويذ پائڻ ۽ لٽڪائڻ جي منع ڪرڻ وارو قول ئي درست آهي.

---

ابودائود ۽ نسائي ۾ صحيح سند سان روايت آيل آهي ته هڪ همراه پاڻ سڳورن ﷺ وٽ اچي چيو ته "رات مونکي ڪنهن شيءِ (جيت وغيره) ڏنگي وڌو، ان جي سور ڪري مان سمهي نه سگهيس. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته جيڪڏهن تو اها دعا "اعوذ بکلمات الله التامات من شر ما خلق" پڙهي هجي ها ته توکي ڪابه شيءِ اهنج نه رسائي ها." (فتح الباري ١٩٦/١٠، مسلم حديث نمبر ٢٧٠٩، ڪتاب السلام وغيره)

اهو آهي رسول الله ۽ سنت رسول جو طريقو، مسلمانن کي سنت رسول ﷺ جي پوئواري ۽ تابعداري ڪرڻ گهرجي ۽ هر طرح جي شرڪ ۽ ڪفر ۽ سنت جي ابتڙ عمل کان پري پڄڻ گهرجي.

وبالله التوفيق، والصلاه والسلام علي اشرف الانبياءِ والمرسلين محمد و علي آله واصحابه اجمعين الي يوم الدين(م م)

مددي کتاب:

- الترغیب و الترهیب/حافظ منذري/مطبع دارالفکر
- تفسیر الطبري المسمي به "کتاب جامع البینان في تفسیر القرآن" ابو جعفر محمد بن جریر الطبري / مطبع دارالفکر بیروت ۱۳۹۸ه
- تفسیر القرآن العظیم / حافظ ابن کثیر / تحقیق ډاکټر محمد ابراهیم البنا وزمیله، طباعت: دارالشعب مصر
- التوضیح عن توحید الخلائق في جواب اهل العراق / شیخ سلیمان بن عبدالله بن محمد بن عبدالوهاب رح / ناشر: دار طیبه ریاض طبع اول ۱۴۰۴ه
- تهذیب مدارج السالکین / شیخ عبدالمنعم العلي العز، طباعت: وزارت العدل، متحده عرب امارات
- تیسیر العزیز الحمید شرح کتاب التوحید / شیخ سلیمان بن عبدالله بن محمد بن عبدالوهاب رح، مطبع مکتب اسلامي بیروت، طبع څلورم
- الجواب الکافي لمن سال عن الدواءِ الشافي / علامه ابن قیم الجوزیه، تحقیق محمود عبدالوهاب فائده، مطبع: محمد علي صبیح واولاده، میدان الازهر ۱۳۸۸ه
- سلسله الاحادیث الصحیحه و شيءُ من فقهها و فوائدها/شیخ محمد ناصرالدین الباني، مطبع: مکتب اسلامي بیروت
- السنن والمبتدعات بالاذکار والصلوات / محمد عبدالسلام خضر شقیري مصري، نشر: دارالباز للنشر والتوزیع، مکه مکرمه
- السنن الکبریٰ / حافظ ابوبکر احمد بن حسین البیهقي، دارالفکر
- سنن النسائي /مع شرح جلال الدین سیوطي و حاشیه سنڌي، مطبع دار احیاءِ التراث العربي بیروت
- سنن ابن ماجه/تحقیق: عزت عبدالدعاس مطبع: دارالحدیث حمص، طباعت اول ۱۳۹۱ه
- سنن الترمذي/تحقیق: احمد شاکر مطبع داراحیاءِ التراث العربي، بیروت
- الشرک و مظاهره /مبارک بن محمد میلي، مطبع: جامعه اسلامیه مدینه منوره
- صحیح ابن خزیمه / تحقیق: محمد الاعظمي، مطبع: مکتب اسلامي ۱۴۰۰ه
- صحیح البخاري / محمد بن اسماعیل البخاري، ضبط و تعلیق: محمد مصطفیٰ بغا، مطبع: دارالقلم و دار البخاري، دمشق، طباعت اول ۱۳۷۴ه
- صحیح الترمذي، صحیح ابن ماجه، صحیح ابوداؤد/محمد ناصرالدین الباني، مطبع: مکتب اسلامي

- صحيح مسلم/امام مسلم بن حجاج القشيري، تحقيق: محمد فواد عبدالباقي، مطبع: داراحياء الكتب العربيہ
- فتاوىٰ / شيخ عبدالعزيز بن باز، ناشر: موسسہ الدعوه الاسلاميہ الصحفيہ، طباعت اول ۱۴۰۸هـ
- فتح الباري شرح صحيح بخاري/حافظ شهاب الدين ابن حجر عسقلاني، مطبع: دارالمعرفہ للنشر، بيروت طباعت دوم
- الفصل في الملل والاهواءِ النحل/ابو محمد علي بن حزم ظاهري، مكتبہ مثني بغداد
- قره عيون الموحدين في تحقيق دعوه الانبياءِ والمسلمين/شيخ عبدالرحمٰن بن محمد بن عبدالوهاب، مكتبہ الرياض الحديثہ
- القول السديد في مقاصد التوحيد /شيخ عبدالرحمان بن ناصر سعدي، مطبع: جامعہ اسلاميہ مدينہ منوره، طباعت پنجم ۱۴۰۴هـ
- لسان العرب /جمال الدين محمد بن مكرم بن منظور، مطبع: دار صدر بيروت
- مجمع الزوائد و منبع الفوائد/حافظ علي بن ابي بكر هيثمي، مطبع: دار الكتاب العربي بيروت، طباعت سوم ۱۴۰۲ هـ
- المجموع الثمين من فتاوىٰ فضيلہ الشيخ محمد بن صالح العثيمين، جمع و تيتيب: فهد بن ناصر السلمان، طباعت اول ۱۴۰۴هـ
- مدارج السالكين بين المنازل اياك نعبد و ايان نستعين/علامہ ابن قيم الجوزيہ، تحيقي: محمد حامد فقي، ۱۳۷۵هـ، مطبع: السنہ المحمديہ مصر
- المستدرك علي الصحيحين/حافظ ابو عبدالله حاكم نيشاپوري مع تلخيص حافظ ذهبي، مطبع: دارالفكر بيروت، ۱۳۹۸هـ
- مسند امام احمد بن حنبل، مع كنز العمال في سنن الاقوال والافعال، مطبع: مكتب اسلامي و دار صادر بيروت
- المصنف في الاحاديث /حافظ ابوبكر بن ابي شيبہ، مطبع: الدار السلفيہ بمبئي هند، تحقيق: مختار احمد ندوي، طباعت اول ۱۴۰۰هـ
- معارج القبول بشرح سلم الوصول الي علم الاصول في التوحيد / شيخ حافظ بن احمد حلمي، ناشر: جماعت احياءِ التراث
- المفصل في تاريخ العرب قبل الاسلام / جواد علي، مطبع: دارالعلم للملايين بيروت ۽ مكتبہ النهضہ بغداد، طباعت سوم ۱۹۸۰هـ
- موطا امام مالك روايت يحي بن يحي ليثي / اعداد: احمد راتب عمروش، مطبع: دارالنفائس، طباعت دوم ۱۳۹۷هـ

- النهایہ في غریب الحدث والاثر/ابوالسعادات مبارک بن محمد جزري بن الاثیر، تحقیق: طاھر احمد زاوي ۽ محمود محمد طناحي، مطبع علمیہ بیروت
- النھج السدید في ت خریج احادیث تیسر العزیز الحمید، ویلیہ ملحق بتخریج زوائد احادیث فتح المجید علي التیسر /ابوسلیمان جاسم فھید دَوسري، مطبع: دارالخلفاءِ للڪتاب الاسلامي، ڪویت، طباعت اول ۱۴۰۴ھ